# هندوستان جي زبانن جو جائزو

جان بيمز

مترجم

ڊاڪٽر نوازعلي شوق




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ

# هندوستان جي زبانن جو جائزو

## جان بيمز

مترجم

## ڊاڪٽر نوازعلي شوق




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ

١٩٩٤/١٤١٥

ڇاپو: پهريون
تعداد: هڪ هزار
سال: آگسٽ ۱۹۹۴ع
قيمت: ۱۵ روپيا

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
سنڌ صوبائي ميوزيم نيشنل هاءِ وي
حيدرآباد، سنڌ

هيءَ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري
رجب پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ٻه لفظ

جان بيمز جي هڪ ڪتاب ”آئوٽ لائين آف انڊين فلالاجي“ جو ترجمو توهان جي هٿن ۾ آهي، جنهن ۾ هن لسانيات جي عام شاگردن لاءِ هندستان جي ٻولين جي حوالي سان پنهنجو اپياس پيش ڪيو آهي. سندس ڪيترن نظرين ۾ نتيجن سان اختلاف جي گنجائش هوندي به ڇئي سگهجي ٿو ته ٻولين تي ٿيل تحقيق جي سلسلي جو هيءُ هڪ اهم ڪتاب آهي ۽ سنڌيءَ ۾ ان جو ترجمو پڻ وقت جي ضرورت هئي، جيڪا محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب ڏاڍي احسن طريقي سان پوري ڪئي آهي ۽ سندس مرضيءَ موجب مون هن کي نظر مان ڪڍي ٿوري گهڻي ڦير ڦار ڪئي، جنهن جي ڪجهه گنجائش نڪتي ٿي. ايم. اي. فائنل جي شاگردن کي ڪيترن سالن کان ٻوليءَ جي تاريخ جو مضمون پڙهائيندي، مون اڪثر اهڙن ڪتابن جي کوٽ محسوس ٿئي ڪئي آهي، ان ڪري منهنجي خيال ۾ سنڌيءَ ۾ هي سٺو اضافو آهي. هن ڪتاب جو اردو ترجمو به اڳي ڇپجي چڪو آهي، جنهن ۾ مترجم لفظ ”لينگويج“ جو ترجمو ”زبان“ ڪيو آهي، جنهن مان سندس مراد اهڙي ٻولي آهي، جنهن جو پنهنجو رسم الخط هجي، جيڪا لکي پڙهي ويندي هجي ۽ جنهن ۾ ادب پڻ موجود هجي. ٻئي طرف ”ڊائليڪٽ“ لفظ جو ترجمو ”ٻولي“ ڪيو اٿس، جنهن مان مراد اهڙي ٻولي ورتي اٿس، جيڪا صرف ڳالهائي ويندي هجي ۽ ڪنهن ”زبان“ جي وسيع علائقي ۾ ان کان ڪجهه ڦريل صورت ۾ موجود هجي. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ اهو مسئلو اڳيئي حل ٿيل آهي. شروع ۾ ڀيرومل ان کي ”اپڀاشا“ سڏيو هو، ڪن ٻين ”ننڍي ٻولي“ چيو ۽ اڪثريت ”لهجو“ چوي ٿي. منهنجو به خيال آهي ته ”ڊائليڪٽ“ جو ترجمو ”لهجو“ ڪرڻ وڌيڪ مناسب آهي، ڇاڪاڻ جو ”ٻولي“ لفظ اسان وٽ اڳئي زبان جي معنيٰ ۾ مروج آهي، جيڪا ڳالهه صرف اسين سمجهي سگهون ٿا. جيڪڏهن اسين ڊائليڪٽ کي به ”ٻولي“ چونداسين ته پوءِ ”سنڌي ٻولي“ ٻين جي نظر ۾ ”زبان“

جي درجي کان ڪري پوندي ۽ ان کي ڊائليڪٽ (يا اردوءَ واري "ٻولي" ) سمجهيو ويندو ۽ دليل اهو ڏنو ويندو ته اسين پاڻ به ان کي "ٻولي" ٿا سڏيون. اها ڳالهه هزارين سال پراڻي اعليٰ علمي ادبي ٻوليءَ جي لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندي. گهٽ ۾ گهٽ اسين پاڻ ته ان قسم جي ڪنهن اختلافي بحث ۾ واضح هجون.

هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ کي آريائي خاندان جي ٻولين سان گڏ رکيو ويو آهي. ٻولين جي خاندانن جي ورهاست ۾ هاڻي ڪافي تبديليون اچي چڪيون آهن. اسان جي ڏيهي عالمن مان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ سراج انهيءَ ڳالهه کي مڪمل طرح رد ڪري چڪا آهن. ڊاڪٽر بلوچ سامي گروهه جي ٻولين سان ان جي ويجهائيءَ جي ڳالهه ڪئي آهي.

سنڌيءَ جي غير آريائي اصل نسل تي متفق ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن مان گهڻا، ان کي دراوڙي دفعي جي ٻولي قرار ڏين ٿا. جيڪا ڳالهه پڻ اجا ثابت ڪانه ٿي آهي ۽ اها تڏهن ثابت ٿيندي، جڏهن موهن جي دڙي جو رسم الخط پڙهبو ۽ ان وقت جي مروج ٻوليءَ جي ڄاڻ حاصل ٿيندي. بهرحال ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو ته هيءَ خطو نندي ڪنڌ جو سيني ڪان اڳ سڌريل ۽ تهذيب يافته خطو هو، جنهن ۾ جيڪا به ٻولي موجود هئي، سا لکي پڙهي ويندي هئي، معنيٰ پنهنجي سر مڪمل طرح سان هڪ سڌريل علمي ادبي ٻولي هئي، جنهن جي ارتقائي صورت موجوده سنڌي ٻولي آهي. هن ۾ سنسڪرت، عربي، فارسي ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ٻولين جا لفظ ۽ ڪي ٻيون خصوصيتون ٿوري گهڻي تعداد ۾ ملڻ جو سبب انهن ٻولين سان سماجي ۽ سياسي سطح تي ٿيندڙ رابطو يا لاڳاپو چئي سگهجي ٿو. ان ڪري ڪابه حتمي راءِ يا نظريو قائم ڪرڻ لاءِ اسان کي ان وقت جو انتظار ڪرڻو پوندو، جڏهن موهن جي دڙي جو رسم الخط پڙهجي ويندو.

ڊاڪٽر فهميده حسين

۵ جولاءِ ۱۹۹۳ع

# پيش لفظ

جان بيمز جي هن ڪتاب بابت ڪجهه لکڻ کان اڳ، اهو ضروري ٿو سمجهان تہ، سندس زندگيءَ جو احوال مختصر طور ڏئو وڃي.

جان بيمز ٢١ جون ١٨٣٧ع تي رايل نيول اسپتال گرينچ ۾، ان ڏينهن ڄائو هو، جنهن ڏينهن وليم چوٿين جي وفات ٿي ۽ راڻي وڪٽوريا تخت تي ويٺي. سندس پيءُ جو نالو ٿامس بيمز هو.

جنوري ١٨٤٥ع ۾ اسٽريٿم ناليءَ هڪ اسڪول ۾ داخل ٿيو. اهو مشهور درسگاهہ تن ڏينهن لوئس ائڊورڊ جي نگرانيءَ هيٺ هلي رهيو هو. هن اسڪول ۾ پڙهندڙ ٻار گهڻي ڀاڱي لنڊن جي واپارين جا هوندا هئا. جن کي واپار بابت تعليم ڏني ويندي هئي. واپارين جا ٻار ڪاٽن جون وهيون رکڻ ۽ حساب ڪتاب جاچڻ سکندا هئا. هن طبقي سان واڳيل ٻار لاطيني ٻولي سکڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا.

اسڪول ۾ داخل ٿيڻ سان ڀريائين تہ ڪيس گهر جي ڏاڍي سِڪ لڳندي هئي. پر پوءِ گهر کان جلدئي دل پلي ورتائين. سڄي اسڪول ۾ ننڍڙو ۽ ٿلهو متارو هوندو هو. ٻار پيا سدائين ڪيس چيڙائيندا هئا. شروع ۾ ڏاڍو تنگ ٿيو، پر ڪيس علم پرائڻو هو، تنهن ڪري هوريان هوريان اهي ڳالهيون سهي ويو. لاطيني زبان ڪانسواءِ، هن فرينچ گرامر ۽ تاريخ جو مطالعو پڻ ڪيو. هوريان هوريان ڪيس پڙهڻ جو اهڙو شوق پيدا ٿيو، جو اسڪول جي لئبريريءَ ۾ رکيل هڙئي ڪتاب پڙهي ويو. سن ١٨٤٧ع ۾ سندس پيءُ ڪيس هڪ سٺي اسڪول "ونچيسٽر" ۾ موڪلڻ تي چاهيو، پر ان اسڪول جا خرچ وڏا هئا، تنهن ڪري ڪيس مرچنٽ ٽئلر اسڪول ۾ داخل ڪيو، جتي هن لاطيني، فرانسيسي، يوناني ۽ عبراني ٻوليون سکيون. ان کان سواءِ هن تاريخ، جاگرافي ۽ رياضيءَ جو علم پڻ حاصل ڪيو.

تن ڏينهين سندس پيءُ لنڊن ۾ رهندو هو، انهن ڏينهين سندس حياتيءَ ۾ هڪدم ڦيرو اچي ويو. ١٢ جنوري ١٨٥٦ع تي ڪيس سندس پيءُ جو هڪ خط مليو. ان سان شامل ٻيو خط به هو، جيڪو ڊاڪٽر هيسي Dr.Hessy طرفان لکيل هو. ڪيس ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ان وقت جي ڊائريڪٽر مسٽر جي. پي. ولوبي Mr. J.P.Willoughby لکيو هو ته "مرچنٽ ٽئلر جو ڪو اهڙو ڇوڪرو هٿ ڪري ڏئي، جيڪو هندوستان ۾ سول سروس چاهيندو هجي." ڊاڪٽر هيسيءَ سندس نالو تجويز ڪري موڪليو هو. ڊاڪٽر ڪيس سڃاڻندو هو، تنهن ڪري هن ڪيس هندوستان ڏانهن وڃڻ لاءِ صلاح ڏني هئي. سندس پيءُ جي مرضي هئي ته لنڪن ان ۾ پڙهي وڪيل ٿئي، جتي سندس ڏاڏو خزانچي ٿي رهيو هو. هندوستان جي سول سروس ۾ چونڊجڻ کانپوءِ ڪيس هيلسبري Hailsbury جي تعليمي اداري ۾ سکيا طور رکيو ويو. اتي ڪيس ايليٽ سان به دوستيءَ جو موقعو مليو، جيڪو منٽو جي ايليٽ گهراڻي سان تعلق رکندو هو.

سن ١٨٥٧ع جي گرمين ۾ ڪيس دهليءَ جي بغاوت جو پتو پيو، جتي ڪيترائي انگريز ماريا ويا، جنهن ۾ بنگال ۾ مقرر ٿيل انگريز آفيسرن جو وڏو انگ پڻ شامل هو. پهريائين ته ڪيس بمبئي پريزيڊنسي واسطي ۽ ايليٽ کي بنگال جي سول سروس واسطي چونڊيو ويو. پر حالتن مطابق ٻنهي کي بنگال موڪليو ويو ۽ ٧ جنوري ١٨٥٨ع کان سندس ڏکهي نوڪريءَ جو دؤر شروع ٿيو.

بيمز پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو هندوستان ۾ گذاريو. هندوستان ۾ نوڪريءَ جو زمانو ١٨٥٨ع ۾ ڪلڪتي کان شروع ڪيائين. ١٨٧٩ع ۾ چٽاگانگ ۾ رهيو. هو پنهنجون يادگيريون لکي رهيو هو. پر افسوس جو ١٩٠٢ع ۾ سندس اوچتي موت سبب اهو ڪم اڌ ۾ رهجي ويو. سندس زندگيءَ جو پويون ڀاڱو هندوستان ۾ اڪيلو گذريو. سندس گهر واريءَ ٻار ٻچا انگلنڊ ۾ هئا. عملداريءَ واري زندگيءَ مان به گهڻو خوش ڪونه هو. سندس گهڻو وقت اوڙيسا ۾ گذريو. ١٨٧٩ع ۾ موڪل وٺي ٻارن سميت انگلنڊ هليو ويو. واپس اچڻ تي ڪلڪتي پرسان هگليءَ جو ڊپٽي ڪمشنر مقرر ٿيو. ١٨٨١ع ۾ بردوان جو

ڪمشنر ٿيو ۽ چنسورا(بنگال)۾ رهندو هو. ١٨٨٣ع ۾ بريلي (يو. پي.) ويو. ان زماني ۾ سندس پٽ ڊيوڊ فوج ۾ ڪميشنڊ آفيسر ٿي اتي آيو ۽ ڪيس اوڏانهن ملڻ ويو. ڪيس ١٨٨۴ع ۾ مايوسي ٿي، ڇاڪاڻ ته سندس پٽ فيڊرڪ آخري امتحان ۾ ناڪام ٿيو ۽ هن وانگي هندوستان ۾ نوڪري ڪري ڪونه سگهيو.

جڏهن ١٨٨۵ع ۾ بردوان جي راجا وفات ڪئي ته جان بيمز، چنسورا کي ڇڏي بردوان ۾ وڃي پنهنجو صدر مقام قائم ڪيو. شايد اهو ان ڪري ڪيو هئائين، ته جيئن مهاراجا جي جاءِ نشينيءَ جي منجهيل مسئلي کي چڱيءَ ريت حل ڪري سگهي. هڪ ڏر ته ڪيس زهر ڏئي مارڻ جي ڪوشش به ڪئي، پر بچي ويو ۽ جاءِ نشينيءَ وارو معاملو سهٽي نموني حل ڪيائين. ١٨٨٧ع ۾ هڪ اهڙو واقعو ٿيو، جنهن سندس مستقبل تي وڏو اثر ڪيو. ڪيس چيو ويو هو ته پبلڪ ڪميشن آڏو هندوستان جي تعليم متعلق پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري. ڪيس اهڙي پڪ ڏياري وئي هئي، ته سندس ڏنل بيان ڪري مٿس ڪوبه منفي اثر ڪونه پوندو. هن ٢٢ فيبروري ١٨٨٧ع تي لکت ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو.

مهيني کن کان پوءِ ڪيس بورڊ آف روينيو ۾ ترقي ڏني وئي. اهو عهدو گورنر جي ماتحت هو. اپريل ۾، ڪلڪتي جي هڪ روزاني اخبار ۾ مٿس سخت تنقيد ڪئي وئي. جون واري پرچي ۾ ساڳي نموني مٿس حملو ڪيو ويو. پوءِ هن خلاف هڪ سلسلو شروع ٿي ويو. ١۴ جولاءِ تي، هندوستان جي حڪومت ڪيس نوڪريءَ تان لاهڻ جو حڪم جاري ڪيو. پر پوءِ ٢٠ جولاءِ تي ڪيس وري مقرر ڪرڻ جي پڪ ڏياري وئي. سندس بيان تي بنگال جي حڪومت ناراض ٿي هئي.

آگسٽ ١٨٨٧ع ۾ ڪيس هٽائي ڀاڳل پور جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. اپريل ١٨٨٩ع تائين هن ڪمشنر طور اتي ڪم ڪيو. بعد ۾ ڪلڪتي موٽي بورڊ آف روينيو طور ڪم ڪرڻ لڳو. اتي هن گهٽو وقت ڪلڪتي جي ڪمشنر

جي حيثيت ۾ گذاريو. جتي هو پوليس ڪميشن جو پريزيڊنٽ به ٿي رهيو ۽ ڪڏهن ڪانئس روينيو متعلق بلن جي ڊرافٽنگ به ڪرائي ويندي هئي. ١٨٩١ع ۾ ڇهن مهينن جي موڪل تي انگلنڊ هليو ويو. ڪيس ٣٥ سالن واري ملازمت واري عرصي ۾ هيءَ ٻي موڪل ملي هئي. سنڌس ملازمت جو پويون حصو "ايڊيوڪيشن" زهر بنائي ڇڏيو هو. اهو عرصو هن اڪيلائيءَ ۾ ڏاڍو ڏکيو گذاريو. هن مان اسان کي اهو محسوس ٿيندو، ته جان بيمز پنهنجي خيالن جي اظهار جي معاملي ۾ ڏاڍو سگهارو انسان هو، جيڪي به صحيح سمجهندو هو، سو چئي ڇڏيندو هو، توڙي جو ان جا نتيجا ڪيس ڪچيءَ ۾ پئجي ويندا هئا. ليفٽيننٽ گورنر، جن کان عام انگريز آفيسر ڇرڪندا هئا، جان بيمز انهن کي ڪجهه به ڪونه سمجهندو هو. سنڌس حياتيءَ جي اهم ڳالهه اها به آهي ته جان بيمز پنهنجي زماني ۾ زبانن جي ماهر طور مڃتا ماڻي چڪو هو. هن پنهنجي حياتيءَ جي شروعاتي دؤر ۾ فارسيءَ ۾ به ڪتاب لکي، سون جا به ٻلا کٽي ورتا هئا. ان کان سواءِ، هن هندوستان جي جديد آريائي زبانن جو ڪمپريٽو گرامر به لکيو هو. مذڪوره گرامر ٽن جلدن ۾ ١٨٧٢ ۽ ١٨٧٩ع جي وچ ۾ لکي پورو ڪيو هئائين. ان کان اڳ ۾، ١٨٦٧ع ۾، هن "آئوٽ لائين آف انڊين فلالاجي" لکيو هو. هيءُ رايل ايشياٽڪ سوسائٽي آف گريٽ برٽن ۽ ايشياٽڪ سوسائٽي آف بنگال جو رڪن هو. پنهنجا مقالا انهن ادارن کي لکي موڪليندو هو. سنڌس ڪجهه مقالا انڊين اينٽي ڪئري ۾ به ڇپبا هئا. هن ١٨٩١ع ۾ بنگالي زبان جو گرامر لکيو، جيڪو هن علائقي جي آءِ. سي. ايس. وارن لاءِ ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيو. سر جارج گريئرسن Sir George Grierson ، جنهن لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا ڪتاب لکيو، تنهن به سنڌس لکيل ڪتاب ڪمپريٽو گرامر جو ذڪر ڪيو آهي.

هو فارسي ۽ سنسڪرت زبانن جو وڏو عالم هو. ان کان علاوه، فرينچ، جرمن ۽ اطالي ۽ ٻين ڪيترين زبانن جو ماهر هو.

هندوستاني لسانيات بابت جيڪي ڪتاب لکيا ويا آهن، تن ۾ جان بيمز جو هيءُ ننڍڙو ڪتاب وڏي اهميت رکي ٿو. هن ۾ زبان جي ارتقا جي اهڙن پهلوئن تي

روشني وڌي وئي آهي، جيڪا ٻين ڪتابن ۾ ايتري چٽائيءَ سان نظر نہ ايندي، مثلاً زبان جا قسم يا ان جي اوسر تي بحث، زبانن جون خصوصيتون، ننڍي ٻولي يا لهجي ۽ زبان جو فرق خاص طور قابل ذڪر آهن. هيءَ مختصر خاڪو لسانيات جي موضوع تي مڪمل ڪتاب تہ ڪونہ آهي، پر هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ هن ڪتاب جي مطالعي مان ڪيترين ٻولين بابت چڱي ڄاڻ ملي سگهي ٿي.

ڪيس ننڍپڻ کان ئي زبانن جي مطالعي جو شوق هوندو هو. هندوستان ۾ زبانن ۽ ٻولين جي گهڻائيءَ سندس شوق کي وڌايو. نتيجي ۾ هن اتان جي زبانن جو گهرو مطالعو ڪيو. هيءَ اهو دؤر هو، جڏهن يورپ ۾ بہ لسانيات تي زور شور سان ڪوجنا ٿي رهي هئي.

بيمز جو هيءُ پهريون ڪتاب آهي، جيڪو هن سن ١٨٦٦ع ۾ لکي پورو ڪيو، جيڪو ١٨٦٧ع ۾ شايع ٿيو. وري ١٨٦٨ع ۾ ان جو ٻيو ڇاپو ڇپيو. بيمز هڪ مڃيل عالم هو. هو رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو ميمبر هو. ان کان علاوه لنڊن، پئرس ۽ برلن جي مختلف لساني انجمنن ۽ ادارن سان وابستہ رهيو. بيمز هن موضوع تي هڪ ٻيو ڪتاب A Comparative Grammar of Modern Arian Languages پڻ لکيو.

هن ڪتاب جو پهريون جلد سن ١٨٧١ع ۾ شايع ٿيو. ٻيو ۽ ٽيون جلد بعد ۾ پڌرا ٿيا. هن ان ڪتاب ۾ اهڙين ستن زبانن جي قاعدن جو تقابلي مطالعو پيش ڪيو آهي، جن کي ان وقت آريائي سمجهيو ٿي ويو. اهي زبانون سنڌي، پنجابي، مرهٽي، گجراتي، بنگالي، اڙيہ ۽ هندي هيون. ان کان علاوه هن رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي جرنل لاءِ ڪيترائي مقالا لکيا، جن کي وڏي اهميت حاصل آهي.

بيمز هن ڪتاب ۾ هندوستان جي اڪثر آريائي ۽ غير آريائي زبانن ۽ ٻولين جو تذڪرو اهڙو وچڙائي ڇڏيو آهي، جو ڪٿي ڪٿي مونجهارو ٿئي ٿو، پر ان هوندي بہ گهڻيون ئي ڳالهيون واضح آهن. بيمز جيئن تہ هن ڪتاب کي زبانن جو خاڪو سڏيو آهي، تنهن ڪري هر هڪ زبان بابت تمام مختصر مواد ڏنو اٿائين. هو جيڪڏهن اهم زبانن بابت ڪجهہ وڌيڪ معلومات ڏئي ها تہ وڌيڪ بهتر ٿئي

ها. ڇاڪاڻ تہ اڪثر هنڌن تي تشنگي محسوس ٿئي ٿي.

هن ڪتاب جي هيءَ هڪ خاص خوبي آهي تہ فاضل مصنف هندوستان جي مختلف زبانن ۽ انهن جي خاصيتن کان واقف ڪرايو آهي. هن سلسلي ۾ هن دراوڙي، تبتي، چيني ۽ پهاڙي ٻولين کي خاص اهميت ڏني آهي. اهو مطالعو لسانيات جي شاگردن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو.

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ سنڌي زبان ۾ لسانيات جي موضوع تي تمام ٿورا ڪتاب لکيا ويا آهن، تنهن ڪري مون هن ڪتاب جو ترجمو ڪيو تہ جيئن ان کوٽ جي پورائي ۾ منهنجو بہ ڪجھہ حصو شامل هجي.

هيءُ ڪتاب ترجمو ڪرڻ وقت ڪن ڪن هنڌن تي ڏکيائي پيش آئي. ڪن انگريزي لفظن جا ٺڙ سنڌي لفظ ملي نہ سگهيا، تنهن ڪري پڙهندڙن کي ڪٿي ڪٿي ڏکيا لفظ نظر اچن تہ ان لاءِ اڳواٽ ئي معذرت چاهيان ٿو. اميد تہ منهنجو هيءُ پورهيو پڙهندڙن وٽ قبول پوندو.

جان بيمز جو هيءُ ڪتاب ١٨٦٧ع ۾ شايع ٿيو هو. ان جو اردو ترجمو سيد احتشام حسين ١٩٤٨ع ۾ ڪيو هو. ان کان پوءِ ١٩٥٧ع ۽ ١٩٦٧ع ۾ ان جا ٻيا ايڊيشن بہ شايع ٿيا. سيد احتشام حسين، اردو ترجمي ۾ اصل ڪتاب جا ڪجھہ حصا ڇڏي ڏنا آهن، پر مون اصل يعني انگريزي ڪتاب جو مڪمل ترجمو ڪيو آهي. سيد احتشام حسين ڪن نڪتن کي واضح ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان واڌارا بہ ڪيا آهن. انهن مان جيڪي مونکي ضروري نظر آيا؛ سي مون ڏنگين ۾ ڏنا آهن.

آخر ۾ آءٌ پنهنجي پياري دوست محترم محمد عمر چنڊ، محترم هدايت پريم ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين جو ٿورائتو آهيان، جو هنن هن مسودي کي نظر مان ڪڍي، مفيد مشورا ڏنا. سچ پچ تہ سندن مشورن سبب منهنجي معلومات ۾ واڌارو ٿيو ۽ هيءُ ڪتاب وڌيڪ سهڻو بنجي پيو.

**ڊاڪٽر نوازعلي شوق**
چيئرمين
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

# فهرست

# هندستان جي زبانن جو جائزو

يورپ ۽ ايشيا جون زبانون ٽن وڏن خاندانن ۾ ورهايل آهن.

١- هند جرماني ٢- سامي ٣- توراني.

١- هند جرماني خاندان ۾ هيٺيون شاخون اچي وڃن ٿيون.

(١) هندستاني (انڊڪ) (٢) ايراني (٣) ڪلٽڪي (۴) اطالوي (۵) ٽيوٽاني (٦) سلاوني (٧) يوناني (٨) الي ريائي.

انهن مان رڳو پهرين ٻن شاخن جون زبانون هندوستان ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون.

(٢) سامي خاندان جون هيٺيون شاخون آهن:

(١) عربي (٢) عبراني (٣) آرامي

جيئن ته هندستان ۾ ڪابه سامي زبان ڪانه ڳالهائي ويندي آهي، ان ڪري انهن لاءِ ڪجهه چوڻ جي ڪابه ضرورت ڪانهي. (١)

(٣) توراني گهراڻي جون زبانون فقط ٻن شاخن ۾ ورهايل آهن.

١- ڏاڪٽي ٢- اترين. هتي اسان جو واسطو رڳو ڏاڪٽي شاخ سان آهي، جنهن ۾ هيٺيان قسم شامل آهن.

١- ٿائي ٢- همااليائي ٣- لوهيتي ۴- ڪول ۵- دراوڙي.

---

(١) عربيءَ جا لفظ جيڪي گهڻي تعداد ۾ هندستان جي ٻولين ۾ گڏجي ويا آهن ۽ ان اصول ۾ ڪوبه فرق ڪونه ٿو پوي ته جيڪي عربي لفظ استعمال ڪيا وڃن ٿا، تن سان سامي ٻولين وارو ڦيرو ۽ گردان لاڳو نه ٿو ٿئي.

## هند جرماني شاخ

**هندستاني:** هن قسم جي نمايان ۽ قديم زبان ويدن جي زبان آهي. هيءَ ئي لکيل سنسڪرت جي قديم صورت آهي. هن کان پوءِ ڪلاسيڪل سنسڪرت جو وارو اچي ٿو. (هندستان جي ٻولين ۾ آيل عربي عنصر پڻ اهم ڪونهي، ڇاڪاڻ جو اهو اهڙيءَ ريت ڪتب اچي ٿو جو ان ۾ سامي ٻولين وارو ڦيرو ۽ گردان لاڳو نٿا ٿين.) جنهن کان پوءِ وارين لکتين جي همعصر پراڪرت يعني بگڙيل زبان آهي، جيڪا اندازي موجب هن وقت هندوستان جو عوام ڳالهائيندو رهي ٿو. هيءَ سنسڪرت جي بگڙيل صورت کان سواءِ ڪجھ ٻ ڪونه آهي. هن جا وري ڪيئي لهجا آهن، جيڪي مختلف صوبن جي نالن پٺيان سڏجن ٿا ۽ اتي ڳالهايا وڃن ٿا. انهن مان هڪ ماڳڌي زبان ٻ آهي، جيڪا مگڌ يعني موجوده ڏکڻ بهار جي ٻولي آهي، جيڪا مشهور مصلح گوتم ٻڌ جي مادري زبان هئي. تنهن ڪري اها انهن ملڪن جي ڌرمي زبان بڻجي وئي ۽ انهن ملڪن ۾ وڌيڪ پکڙي، جتي ٻڌ مذهب جو زور هو. وجي ۵۴۳ ق-م هن زبان کي سري لنڪا ڏانهن کڻي ويو ۽ کيس 'پالي' زبان سڏڻ لڳو. هن زبان ۾ سٺو ادب موجود آهي. اهڙيءَ طرح پراڪرت جو هڪ لهجو سور شيني آهي، جيڪو دهليءَ ۽ آگري جي پسگردائي ۾ ڳالهايو ويجي ٿو ۽ هيءَ جين فرقي جي مقدس زبان سڏجڻ ۾ آئي. جيني عام طور تي مارواڙي آهن، پراڪرت جي لهجن ۽ ٻڌمت جي پوتر ٻولي پاليءَ کي سنسڪرت مان نڪتل يا ان جا ئي لهجا سمجهڻ گهرجي. هن گروهه جون هاڻوڪيون ٻوليون آهن:

۱- هندي ۲- بنگالي ۳- پنجابي ۴- سنڌي ۵- مرهٽي ٦- گجراتي ۷- نيپالي ۸- اڙيه ۹- آسامي ۱۰- ڪشميري ۱۱- ڊوگرا.

هنديءَ جا لهجا تعداد ۾ تمام گهڻا آهن. جن مان خاص هي آهن:

(الف) ميٿلي- پورنيه ۽ ترهٽ جي علائقي ۾ ڳالهائي ويجي ٿي.
(ب) ماگڌي- ڏکڻ بهار ۾ ڳالهائي ويجي ٿي.
(ت) ڀوڄپوري- شاه آباد، سارن، چمپارن، گورکپور- اوڀر ائوڌ ۽ بنارس ۾ ڳالهائي ٿي ويجي.
(ث) ڪوسالي- ائوڌ ۽ روهيل ڪنڊ ۾ ڳالهائي ٿي ويجي.
(ج) برج ڀاشا- مٿيون دوآبو- دهلي ۽ آگري ۾ مروج آهي.
(ح) قنوجي- هيٺئين دوآبه ۾.
(خ) راجپوتي لهجا- راجپوتانه ۾ انهن جو تعداد گهڻو آهي.
(د) بنديل ڪنڊ جا لهجا- چمبل نديءَ کان سون نديءَ تائين.

پنجابيءَ جا به گهڻيئي لهجا آهن. حقيقت اها آهي ته پنجاب جي هر ضلع جو لهجو پنهنجو آهي ۽ ڪن ضلعن ۾ ته هڪ کان به وڌيڪ لهجا ڳالهايا وڃن ٿا.

سنڌي هيٺين لهجن ۾ ورهائي ويجي ٿي:
(ا) مٿينءَ سنڌ جي سرائڪي.
(ب) هيٺينءَ سنڌ جي لاڙي.
(ت) ملتان جي اُچي.
(ج) ڪڇ جي ڪڇي.

مرهٽي جا ٻه لهجا آهن.
(الف) ڪونڪني
(ب) دکني.

اصل نيپالي کي پربتيا يا پهاڙي چوندا آهن. ٿوري فرق سان هيٺيان لهجا ڳالهايا وڃن ٿا.

(الف) پلپا (ب) ڪمايونَ (ت) گڙهوالي (ث) ٿارو.

ايراني- هن خاندان جي زبانن جو بنياد زند ٻولي آهي. (انجو سنسڪرت سان ويجهو لاڳاپو آهي. زند گهٽي استعمال ڪري مذهبي

تقدس جو درجو ماڻي ورتو آهي، پر حقيقت ۾ اهو ڪنهن به زبان جو نالو ڪونهي. قديم فارسي ۾ ڪجھ پراڻيون لکتون هيون، جن کي زند اوستا چيو ويندو هو. هي لکتون بيتن ۾ هيون. هر شعر جا ٻه حصا هوندا هئا. اوستا معنيٰ متن. زند معنيٰ شرح- جڏهن متن جي زبان ميسارجڻ لڳي ته شرح واريءَ زبان اهميت حاصل ڪري ورتي ۽ هي نالو نه رڳو ڪتاب جو مشهور ٿي ويو، پر اها زبان به ان ئالي سان سڏجڻ ۾ آئي، جنهن ۾ اها شرح لکي وئي هئي. هن ڪتاب جي ڪن حصن جي باري ۾ جن کي 'گاٿا' چيو ويجي ٿو. (اهو عام خيال آهي ته ان کي زردشت اسپت ماني يا خود زردشت لکيو آهي.) هندستاني شاخ ۾ جيڪا حيثيت سنسڪرت جي آهي، ايران ۾ اها 'زند' جي آهي. اهڙي طرح پهلوي هزوارش ۽ ٻيون زبانون جيڪي زند ۽ فارسي جديد جي وچ ۾ ايئن آهن، جيئن نندي کنڌ ۾ پراڪرتون. جديد زبانون آهن: ١- فارسي ٢-ڪردي ٣-پشتو ۴-اوسيتيني ۽ ۵-آرميني.

انهن زبانن جي تفصيل ۾ وڃڻ اجايو آهي، جيڪي نندي کنڌ جي حدن کان ٻاهر آهن. اهڙيءَ طرح هن خاندان جي باقي رهيل زبانن جو ذڪر ڪرڻ به فضول آهي.

هاڻي اسان 'توراني' خاندان جو ذڪر ڪنداسون. سامي خاندان جي زبانن جي ذڪر ڪرڻ جي به ڪا ضرورت ڪانهي.

توراني خاندان جي ڏاکڻي شاخ: هن جو پهريون قسم ٿائي يا سيامي آهي، جنهن ۾ هي زبانون شامل آهن:

(الف) سيامي يا ٿائي: هيءَ سيام ۾ ڳالهائي ويجي ٿي.

(ب) کو يا ڪمبوجن: ڪمبوجا ۾ ڳالهائي ويجي ٿي.

(ت) لاؤس: وچ سيام ۾ ڪتب اچي ٿي.

(ث) ڪامتي: برما ۾ استعمال ٿيندي آهي.

(ج) مون: پيگو ۾.

(ح) شان: تناسرم ۾.

(خ) پلائونگ: اتر برما ۾.

ٻيون ٻه ڪيتريون ئي زبانون آهن، جيڪي برطانوي سياسي اثرڪان ٻاهر آهن ۽ نوآباديات ۾ شامل نه آهن.

ٻيو قسم هماليائي آهي، جنهن کي ميڪس ملر هيٺيون هماليائي چيو آهي. ان ۾ هي زبانون آهن.

(۱) ڀوٽيا يا ڀوٽانتا

(۲) ليپچا: جيڪا سڪم ۾ ڳالهائي ويندي آهي.

(۳) لمبو: اها به سڪم ۾ ڳالهائي ويندي آهي.

(۴) ڪرانتي: ارن جي ترائيءَ ۾ يا اوڀر نيپال ۾.

(۵) مُرمي: اوڀر نيپال يا جبل جي مٿانهين چوٽين تي.

(٦) گرنگ (۱): ساڳئي علائقي ۾.

(۷) نيوار: وچ نيپال ۾.

(۸) ماگار(۱): وچ نيپال ۽ ڪوهستاني علائقي ۾.

(۹) برامهو: هيٺاهين ڪوهستاني علائقن ۽ وچ نيپال ۾.

(۱۰) چيپانگ:

(۱۱) وايو (هايو):

(۱۲) ڪسُندا

هي ٽيئي ائوڌ جي ترائيءَ ۾ ڳالهايون وين ٿيون. 'هايو' اوڀر نيپال ۾ به ڳالهائي ويندي آهي.

(۱۳) سنوار: مغربي نيپال ۾.

(۱۴) سرپا: اوله نيپال ۾

---

(۱) ڊاڪٽر ڪيمپيبل هن ٻن ٻولين کي هنديءَ جا لهجا سمجهي ٿو. ايئن ڪونهي بلڪ اهي ٻه قبيلا هندو هئڻ ڪري ايئن لڳي ٿو.

(۱۵) ڪناوري يا ملچان

(۱٦) تبرسڪاد

(۱۷) هنديسي

(۱۸) دراهي يا دورهي

(۱۹) دين وار

(۲۰) پهري

(۲۱) ڪسوار

(۲۲) پکيا

(۲۳) ٺاڪسيا. (هن زبانن مان ۱۸ کان ۲۳ تائين وچ نيپال ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون).

اهي هماليائي زبانون هيٺيون هماليائي زبانون سڏجن ٿيون. هماليه کان ٻئي پاسي يا تبتي شاخ جو ذڪر لکڻ کان ٻاهر آهي. (اهو سمجهڻ ضروري آهي ته هي سڀ تبتي شاخ جا لهجا آهن يا انهن سان ويجهڙو لاڳاپو رکن ٿا.)

تواني شاخ جو ٽيون قسم لوهتي يا برمي آهي. ان ۾ هي زبانون شامل آهن.

(۱) برمي

(۲) ڏمل: نيپال ۽ ڀوٽان جي ترائيءَ ۾ ڳالهائي ويندي آهي.

(۳) مي چي: نيپال ۽ ڀوٽان جي ترائيءَ ۾.

(۴) بورو: ڪاچر ۾.

(۵) گارو: گارو جي ٻهاڙين ۾.

(٦) اڪا

(۷) ابور

(۸) مشمي

(۹) ميري

(١٠) ڊُوفلا: نمبر ٦ کان ١٠ تائين-اهي سڀ زبانون آسام جي اترينءَ
سرحد تي ڳالهايون وڃن ٿيون.

(١١) ڪاسيا

(ڪوسيا)

(١٢) ميڪر

(١٣) انگامي ناگا

(١٤) ناگا

(١٥) سنگھ ڦو، آسام جي ڏاکڻي سرحد تي ڳالهايون وڃن ٿيون.

(١٦) ڪُوڪي: چٽگانگ جي اتر ۽ ٽپرا وغيره ۾.

(١٧) مگ

(١٨) ڪوميا

(١٩) مرو

(٢٠) ساڪ

(٢١) تنگھلو

(٢٢) روکينگ: اهي سڀ اراڪان ۾ ڳالهايون وينديون آهن.

(٢٣) درياهه ڪولاڻن جا ڪيترائي لهجا آهن

(٢٤) مني پور جا لهجا

(٢٥) ڪورنگ جا لهجا

(٢٦) ڪارن جا لهجا.

لاٿم پنهنجي ڪتاب 'Elements of Comparative' جي صفحي ٣٦ تي لکي ٿو: "ڪاڪيسس جيڪو پکيڙ ۾ ننڍڙو آهي، سو هڪ ٻئي جي نه سمجهڻ وارين ٻولين سان ڀريو پيو آهي. ان علائقي جي مقابلي ۾ جنهن جو هينئر ذڪر هلي رهيو آهي، گهڻ اهميت وارو آهي. توڙي جو اسان گارو، ڪيسا ۽ ميڪر جي پکيڙن تي نظر وجهون يا انهن علائقن تي جيڪي هيٺ تي آباد آهن، مثلا ڪاچر،

سلهٽ، ٽپرا ۽ چٽگانگ يا توڙي جو اسان آسام جي ناگا ضلعن تي نظر ڦيرايون يا اهي علائقا ڏسون جيڪي بلڪل ذڪرڻ ۾ آهن، يا اراوادي جي مٿين ترائي (وادي) يا سندس شاخن کي ڏسون ته اسان کي اصل زبانن يا لهجن جو ايترو تعداد ملندو جيڪو شايد قديم دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ ملي نه سگهي.“

چوٿون قسم ’ڪول‘ آهي، جنهن ۾ هي زبانون شامل آهن:

(١) سنٿال (٢) چيپاسا جي ڪول (٣) پورلياجي پومج (۴) منڊلي، جوٿا ناگپور (۵) ڪولي هان يا هو (٦) سنپل پور جي ڪونڊ وغيره (٧) گونڊ (٨) سرگوجا جي اوراؤن (٩) راج محلي.

پنجين يعني دراوڙي خاندان ۾ هيٺيون زبانون شامل آهن!

(١) تلگو (٢) تامل (٣) ڪنڙي (۴) مليالم (۵) تولوو (٦) ڪدوگو. ڳرگ (٧) تودو (٨) بوده گر (٩) ارولر (١٠) ڪوهاتر. ٧ کان ١٠ تائين نيلگري ٽڪرين ۾ (١١) برهوي بلوچستان ۾ (١٢) سنگهالي، سيلون ۾.(١)

---

(١) ڪلاسيڪي سنگهاليءَ ۽ ايلوءَ ۾ وڏي تعداد ۾ سنسڪرت اصل جا لفظ ملڻ ڪري ميڪس ملر انهن کي آريائي لهجن سان ملائي ڇڏيو هو.

# هندوستاني ٻولين جي ورڇ

هن سان گڏ نقشي ۾ هند جرماني ۽ توراني گهراڻي جي زبانن کي الڳ الڳ ڏيکاريو ويو آهي. هر زبان جو علائقو پڻ اندازا ڏيکاريو ويو آهي. هماليه جبل جي ڪڇ ۾، جيستائين اسان کي انگ اکر ملي سگهيا آهن، (انهن تي نظر رکندي) ٻئي خاندان اهڙو ته پاڻ ۾ ملي ويا آهن، جو سندن حدبندي ڪرڻ جيڪڏهن ناممڪن نه آهي، ته مشڪل ضرور آهي. هيءَ ڳالهه خاص ڪري نيپال جي وسيع سلطنت لاءِ صحيح آهي، جيڪا گهڻين ڳالهين جي ڪري اڄ به هڪ نامعلوم سرزمين جي حيثيت رکي ٿي.

نقشي ۾ هيءَ ڳالهه ڏسي سگهجي ٿي ته هند جرماني زبان جو خطو توراني زبان جي خطي کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿو. هيءُ لساني خطو راج محل کان ٿيندو اوير جي ڏِسَ ۾ هڪ وڏي علائقي ۾ پکڙبو، اوله کان اوير هڪ پٽ وانگي هليو ٿو وڃي، ايتري قدر جو اڳتي وڃي چٽگانگ جي ٻئي پاسي توراني زبان جي خطي سان وڃي ملي ٿو.

تاريخي نقطهءِ نگاه کان هن ڳالهه ۾ ٿوري شڪ جي به گنجائش ناهي ته قديم زماني ۾ سڄي هندستان کان سڄي اوير ۽ ڏکڻ ايشيا تي

اهڙين قومن جو قبضو هو، جيڪي توراني زبان ڳالهائيندڙ هيون. آريائي قومون، جيڪي هند جرماني خاندان جون زبانون ڳالهائيندڙ هيون، سي هندستان ۾ اتر اولهه جي رستي کان داخل ٿيون ۽ هوريان هوريان گنگا جي ترائيءَ ۾ پکڙجي ويون. انهن هتي جي قديم رهاڪن تورانين کي جهنگن ۽ جبلن ۾ ڌڪي ڇڏيو. انهن جي نيڪالي ڏکڻ طرف هئي. غير مفتوح توراني قومون هماليه جبل جي ڪڇ ۽ ترائيءَ جي جهنگن ۾ اڳي ئي آباد هيون. منهنجي خيال موجب ڏاڪٽي علائقن جا جهنگل ماڻهن جي وسڻ کان وانجهيل هئا. انڪري پاڇوڪڙ توراني سر لڪائڻ جي ارادي سان اتي پهچي ويا. هن سان گڏ هيءَ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته ڪجهه تبديلي پهاڙين جي اتر طرف وسندڙ تورانين ۾ به رونما ٿي. جنهن جي ثابتي اتر بهار جي ڪن روايتن مان ملي ٿي، جن ۾ اهڙن قبيلن جو ذڪر ملي ٿو (مثلا ڪچڪ يا ڪراتا وغيره) جيڪي قديم زماني ۾ ميدانن ۾ رهندا هئا ۽ هاڻي صرف نيپال ۾ ملن ٿا. پراچين دور جي ديومالائي نظمن ۾ باهر ڌڪيل قبيلن جو ڏکڻ طرف وڃڻ جو پتو پوي ٿو (هماليه جون نيون توراني قومون اصلي يا ته 'برف پار' تبت کان آيون آهن، يا هماليه جي چوڌاري چڪر ڪاٽي برهمپترا جي 'ترائيءَ کان آيون. پر پهرين جڳهه خاص طور تي اهم آهي.)

ظلم ۽ ديس نيڪاليءَ جي هوندي به توراني قومون گنگا جي ترائيءَ ۾ رهجي ويون. هن حقيقت کي تسليم ڪرڻ جي لاءِ گهڻائي سبب موجود آهن، جنهن هٺ ڌرمي سان انهن پنهنجي پهرينءَ ٻوليءَ جون ڪي خصوصيتون برقرار رکيون آهن، ان سبب ڪري اسان موجوده اتر هندستان جي ڪن زبانن جي چند خصوصيتن تائين پهچي

ويا آهيون.(۱) (مان خاص طور تي هندي حرفن ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهيان، جهڙيءَ طرح 'ڪو' ۽ جمع بنائڻ جي لاءِ 'لوڪ' ۽ 'سڀ' جو استعمال.)

گهڻي وقت جي وٿيءَ کان پوءِ آريائي نسل جي ماڻهن نيپال جي جبلن ۽ هماليه جي وچ ۾ اوله طرف داخل ٿيڻ شروع ڪيو. پر انهن توراني نسل جي ماڻهن کي مڪمل طور ان ڌرتي تان ڌڪي ٻاهر ڪونه ڪڍيو. ان سبب ڪري همااليائي علائقن ۾ گهڻائي لهجا گڏيل سڏيل ملن ٿا.

ڏکڻ ۾ به تورانين راڄ محل ڪائي موڙ جي ٽڪرين ۽ ٻين جهنگلي وحشي علائقن تي پنهنجو ڏنگو ڄمائي رکيو، جيڪي اوڙيسا جي ڏکڻ اوڀر ۾ ۽ ڏکڻ اوله ۾ نربدا تائين پکڙيل آهن. اهي توراني قبيلا جيڪي بلڪل ڏکڻ ۾ پهچي ويا، سي بعد ۾ آريائي هند جي برهمڻن جي هٿان مهذب بنجي ويا. پر جيڪي جابلو علائقن ۾ رهندا هئا، سي پنهنجي پهرين اڻ سڌريل حالت تي ئي رهيا. اهو ئي سبب آهي جو اسان دراوڙي خاندان جي زبانن ۾ سنسڪرت جي لفظن جي اهڙي گهڻي وچڙ ڏسون ٿا ۽ انهيءَ ڪري ئي تامل تيلگو ۽ ڪنڙي زبانون ڳالهائڻ واريون قومون ڪولن ۽ گوند قبيلن جي ماڻهن کان وڌيڪ سڌريل تهذيبون رکن ٿيون.

اوڀر طرف آخري زنده آريائي اثر جون حدون اهي ٽڪريون آهن، جيڪي آسام کي سلهٽ تپرا ۽ چٽگانگ جي ڪوهستاني

(۱) بهتر اهو ٿيندو ته پنهي زبانن جي ڏنگ تي رهندڙ ماڻهو اهڙين ڳالهين کي شايع ڪرائي ڇنو ڪري ته پنهي زبانن جي وچ واريون حقيقي سرحدون ڪهڙيون آهن. منهنجي خيال موجب موجوده دور جي ڪتابن ۾ ان موضوع سان لاڳاپيل ڳالهيون صحيح نه آهن.

سلسلي کان جدا ڪن ٿيون. ’زنده‘ مان ان ڪري چئي رهيو آهيان، جو پاليءَ زبان جي هڪ جامد روپ ۾ ٻڌ مذهب کي ميجيندڙ ماڻهو هڪ آريائي زبان کي سيام جي ٻيٽ نما ’جاوا‘ ۽ ايشيا جي ٻيٽن جي ميڙاڪي الجزائر ڏانهن وٺي ويا هئا.

هندستان تي مسلمانن جي حملن، مٿي ذڪر ڪيل ٻنهي خاندانن جي علائقن ۾ گهڻي ڦيرڦار ڪان ڪئي. هلان ڪندڙن ۾ گڏيل ۽ مختلف قومن جا ماڻهو هئا. جن ۾ عرب، ايراني، افغاني، چغتائي، ترڪ، ازبڪ ترڪ ۽ ٻيا قبيلا اچي تي ويا. گهڻو ڪري منگول به هئا. جيستائين زبان جو تعلق آهي، انهن جي اچڻ جو هڪ نتيجو ته اهو نڪتو، جو اردو يا هندستاني زبان پيدا ٿي ۽ عربي جا گهڻا لفظ گهڻو ڪري هندستان جي سڀني ٻولين ۾ شامل ٿي ويا. توڙي جو انهن جو اثر توراني زبانن جي مقابلي ۾ هند جرماني زبانن تي گهڻو ٿورو آهي.

جيڪي زبانون اڄ هندستان (۽ پاڪستان) ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون، تن جي ٿوري گهڻي ڇنڊڇاڻ جنهن ۾ جغرافيائي حدون به ٻڌايون ويون هجن، سا موضوع کي وڌيڪ چٽو ڪندي.

هندستان جي اتر اولهه جي ڪنڊ کان هلي ڪري اسان ڏسنداسون ته پشاور، هزارا جي ترائي ۽ سنڌو درياهه جي اوپر وارو ضلعو جنهن کي ڇڇ هزارا ڪري چيو ويندو آهي، اتي پشتو پنهنجي مقامي ڦيرگهير سان ڳالهائي ويندي آهي. (جنهن کي اٽڪل نَوَ لک ماڻهو ڳالهائين ٿا.) ڪشمير جي ترائي ۽ پنجاب جي وچ واري جابلو علائقي ۾ ڊوگرا ۽ ان جا لهجا ڳالهايا ويندا آهن. (خود ڪشمير جي ترائيءَ ۾ ڪشميري ڳالهائي ويجي ٿي. ڪشمير ۽ پنجاب جي وچ واري علائقي ۾ ڊوگرا ضلعن جي آبادي اٽڪل روءِ چار لک ۽ ڪشمير جي اٽڪل

تيه لک آهي.)

اوله ۾ سنڌو درياه کان اوير ۾ ستلج تائين ۽ پهاڙن کان وٺي ملتان جي ويجهو پنجابي زبان ملي ٿي. هيءَ زبان پڻ شهرن ۾ به هڪ جهڙي مشڪل سان ڳالهائي ويجي ٿي. خالص پنجابي راوي ۽ بياس ندين جي وچ وارن علائقن ۾ ڳالهائي ويجي ٿي. جيئن جيئن اوهان ڏکڻ طرف هلندا ويندا، ته اتان جون ٻوليون وڌيڪ اسٽنڊرڊ هنديءَ جي معيار کان پري ٿينديون وينديون.

دراصل پنجابي هنديءَ جي هڪ لهجي کان وڌيڪ ڪجھ به ڪونهي ۽ شايد سرسوتي پراڪرت مان نڪتل آهي. پر هڪ الڳ رسم الخط هجڻ سبب هڪ جدا زبان مڃي وڃي ٿي.

ستلج جي ڏکڻ ۽ اوير ۾ پنجابي آهستي آهستي هنديءَ ۾ گم ٿيندي ويجي ٿي. ان جي ڪا يقيني حدبندي ڪري نه ٿي سگهجي. ستلج جي ڪناري سان توهان پنجابي ڳالهائڻ وارن ۾ هوندؤ ۽ اوير طرف وڌندي جمنا نديءَ جي ڪناري پهچندؤ، ته اوهان هندي ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ ويجي ويهندؤ.

جيتري وڏي علائقي ۾ هندي ڳالهائي ويجي ٿي، اوتري ٻي ڪا زبان نه ٿي ڳالهائي ويجي. سندس اولاهين حد سرهند جي ويجهڙ ۾ ڪري سگهجي ٿي. اها پنجابيءَ سان پاسو پاسي ۾ ڏئي، ڏکڻ اوله پٽيالا ۽ بهاولپور جي پٽن مان ڦيرو ڏيندي هلي ويجي ٿي. تان جو جيسلمير جي ويجهو سنڌيءَ سان ملي ويجي ٿي. پوءِ اها اوله طرف اديپور ڏانهن وکون وڌائي چلبي ٿي ويجي، گجراتي ۽ مرهٽي سان رهڻ شروع ٿي ويجي ٿي. اندور جي ويجهو ٽيئي زبانون پاڻ ۾ ملن ٿيون. هتان کان ونڌياچل جبلن جو سلسلو شروع ٿئي ٿو، جيڪو ان

کي ڏکڻ طرف لاڙو ڏئي، سون نديءَ تائين پهچائي ٿو. ان سان گڏوگڏ هلندي سرگوجا تائين هلي وڃي ٿي. پوءِ اها گنگا جي ڪناري ڪناري سنٿال ۽ راج محل جي ٽڪرين کي ڇهندي، گنگا کي ٨٧ء٤٥ ڊگهائي ڦاڪ کي پار ڪري ٿي، ان کان پوءِ هڪ سڌي ليڪ ۾ اتر طرف جبلن ۾ هلي وڃي ٿي. ظاهر آهي ته هيءُ گهيرو اٽڪل روءِ صحيح چئي سگهجي ٿو. انهن جڳهن کان سواءِ جتي قدرتي حدون آهن. (جيئن ڪو پهاڙ يا ندي) اسان ڪنهن به زبان کي ڪاٿي ڪنهن خاص جڳهه تي ڪٽندي ناهي ڏٺو ۽ نه وري ڪنهن زبان کي شروع ٿيندي ڏٺو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پورنيه کان اوپر طرف وڌندؤ ته اتي هنديءَ ۾ بنگاليءَ جو اثر وڌندو ويندو، ايتري حد تائين جو هڪ اها جاءِ به اچي ويندي، جتي هنديءَ جو نالو نشان به ڪونه ملندو. ان جاءِ بابت صحيح صحيح ٻڌائڻ ممڪن ئي ڪونه آهي، جتي اوهان هندي نه ٻڌو، پر انهي جاءِ تي بنگالي ٻڌڻ لڳو. اهڙيءَ طرح وچ هندستان ۾ ڪنهن اهڙيءَ جاءِ جو ملڻ ڏاڍو مشڪل آهي، جتي هندي ختم ٿئي ۽ مرهٽي يا گونڊ يا ڪول زبانون شروع ٿين ٿيون. (آدم شماري جي رپورٽ مطابق هندي ڳالهائڻ وارن جو تعداد ٦٠٧٦٣٧٧٩ آهي. هن ۾ مسلمانن جو اهو وڏو تعداد شامل نه آهي، جيڪي هندستان جي ٻين حصن ۾ رهن ٿا ۽ هندستاني يا اردو ڳالهائين ٿا. هندي هندستان جي سڀ کان گهٽي علائقي ۾ پکڙيل آهي جيڪا عام طور سڄي هندستان ۾ سمجهي وڃي ٿي، هن زبان کي اهي ماڻهو پڻ ملڪ جي عام زبان جي حيثيت سان استعمال ڪن ٿا، جن جي هيءَ مادري زبان نه آهي.)

بنگالي اتان کان شروع ٿئي ٿي، جتي هندي ختم ٿئي ٿي، اها

جڳھ پورنيہ ۽ ديناج پور جي وچ تي ڪاٽي ڇٽي سگهجي ٿي، جنهن جي اتر ۾ آسام جون ٽڪريون آهن ۽ جتي اها آساميءَ ۾ ڇڏبي ٿي وڃي ٿي. اتان کان ڏکڻ طرف ڦري انهن جبلن ۾ وڪوڙجي وڃي ٿي، جيڪي برهمپترا جي اوپر ۾ آهن ۽ پوءِ چٽاگانگ جي ويجهو ختم ٿي وڃي ٿي. هن جڳھ تي خراب قسم جي هندي ۽ بگڙيل بنگالي ٻولين جي ميلاپ هڪ عجيب زبان پيدا ڪري وڌي آهي. بنگاليءَ جي اولهائين حد راج محل جون ٽڪريون قائم ڪري سگهجي ٿي ۽ ڏکڻ طرف بنڪورا ۽ مدناپور کان وٺي ويندي سبان ريڪا تائين هلي وئي آهي، جنهن سان ڳڏوگڏ هيءَ سمنڊ جي ڪناري تائين هلي وڃي ٿي. (هن جي ڳالهائيندڙن جو تعداد اٽڪل ٢٠٥٨٣٦٣٥ آهي.)

آسامي زبان جيڪا بنگاليءَ جي ويجهي مائٽياڻي آهي، سا برهمپترا درياھ جي وادي ۾ گوالپاڙہ کان سوديا تائين ڳالهائي وڃي ٿي.

اڙيہ سمنڊ جي ڪناري سانريڪا کان گنجام تائين ڳالهائي وڃي ٿي. زمين تي هن جون حدون ڪجھ غير معلوم آهن. آهستي آهستي هيءَ زبان ڪوند ۽ ٻين اڻ سڌريل جابلو ٻولين ۾ گم ٿي وڃي ٿي، ۽ انهن سان گڏ زنده آهي. بستر ۽ ان جي پسگرد ۾ ڪي قبيلا اُڙيہ تہ ڪي قبيلا ڪوند ٻولي ڳالهائين ٿا. مون کي ٻڌايو ويو آهي، تہ مختلف گروهن ۽ طبقن ۾ رابطي معل هندستاني ۽ بنگالي وڏيڪ استعمال ڪئي وڃي ٿي. جيڪڏهن هي صحيح آهي تہ پوءِ اهو هڪ ان ڳالھ جو وڏيڪ ثبوت آهي تہ هندستاني هندستان جي سيني حصن لاءِ رابطي جي ٻوليءَ جي گهرج پوري ڪري ٿي. (هن کي (اڙ ۾) ويہ لک ماڻهو ڳالهائين ٿا.)

انهن هيٺاهين ٽڪرين جو سلسلو جنجو آخري اترين نقطو سڪري گلي ۾ گنگا سان ملي ٿو ۽ جن جو ڏاکڻو سلسلو پڻ ناگپور تائين هليو ويجي ٿو، سو اڻ سڌريل گونڊ، ڪول ۽ ٻين توراني قبيلن سان ڀريو پيو آهي. هندستان جو هي اهو حصو آهي، جنهن ڪان يورپ جا ماڻهو غير واقف آهن. هن علائقي ۾ توراني خاندان جون اهي نوَ زبانون ڳالهايون وينديون آهن، جيڪي هن خاندان جيءَ چوٿين قسم سان لاڳاپيل آهن. اهي هن علائقي ۾ ڪهڙي طور طريقي سان ورهائجي ويون آهن، سو صحيح پڌائي ڪون ٿو سگهجي. ان جا اهي حصا جن تائين پهچي سگهجي ٿو، اوڀر ۾ بنگال ڪان، اولهه ۾ هنديءَ ڪان، ڏکڻ ۾ تيلگو جي ويجهو آهن. اهي زبانون زياده ترقي يافته زبانن جي مقابلي ۾ ميدان خالي ڪري رهيون آهن. جيڪي هن کي چوڌاري گهيريءَ ۾ آڻي چڪيون آهن.

انهن زبانن مان هڪ گونڊ آهي، جيڪا ناگپور جي ويجهو مرهٽيءَ ۾ گم ٿي ويجي ٿي. مرهٽي پنهنجي ڪشادگيءَ ۽ اهميت جيءَ لحاظ کان هندستاني زبانن ۾ هنديءَ کان پوءِ اچي سگهي ٿي. ناگپور جي اتر ڏسَ ۾ هلي، اها اندور پهچي ٿي ۽ پوءِ ڏکڻ طرف گهٽن مختلف طرفن ۾ هلي ڪري سورت تائين پهچي، سمونڊ سان ملي وڃي ٿي. اندور کان سورت تائين هن ۽ گجراتيءَ ۾ جيڪا حد بندي ڪتابن ۾ ڏني وڃي ٿي، سا بلڪل مبهم آهي ۽ مون کي ڪو اهڙو شخص ڪونه مليو، جيڪو صحيح انگ ٻڌائي سگهي. هتي ئي خانديش جي ٽڪرين ۾ ڀيل قبيلن جا ماڻهو ملن ٿا، جيڪي ڪول جي هڪ ٻولي ڳالهائين ٿا. مرهٽي جو ڏاکڻو سرحدي ليڪو ناگپور جي برابر نڪري ٿو، جيڪو برابر کان بيجاپور پهچي وڃي ٿو ۽

پوءِ هيءَ زبان اتان سمنڊ وٽ بلگام ۽ ڌارواڙ ضلعن مان ٿيندي، گواجي ڏکڻ ويجهو ڪٽي ڪنڙيءَ سان هڪ ٿي وڃي ٿي.

گجراتيءَ جي اوپر ۽ ڏکڻ ۾ مرهٽي آهي. اتر ۾ هيءَ مارواڙ ۽ اوڏي پور جي ويجهو هنديءَ سان ملي وڃي ٿي. اوله ۾ ١٥ءَ ٧٠ ڊگهائي ڦاڪ جي ويجهو ڪڇي ۽ سنڌيءَ سان ملي ٿي. (هن زبان جا ڳالهائيندڙ سٺ لک آهن. ڪڇي ڪڇ جي ٻيٽ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي.)

سنڌي سنڌو درياه جي هيٺين حصي ۾ ملتان کان وٺي سمونڊ جي ڪناري تائين ڳالهائي ويندي آهي. اوپر ۾ هنديءَ جي راجپوتاني وارن لهجن سان ملي وڃي ٿي ۽ اوله ۾ بلوچي لهجن سان مدغم ٿئي ٿي.

اپرندي ساحل تي گنجام جي ويجهو تيلگو پهريون پڌڻ ۾ اچي ٿي ۽ سمونڊ جي ڪناري سان لڳي مدراس جي ويجهو پيولي ڪٽ تائين هلي وڃي ٿي. هنجي اترين حد اُڙيه، ڪول لهجن ۽ مرهٽي سان ملي وڃي ٿي. حيدرآباد (دکن) جي اوله ۾ هيءَ پنهنجي خاندان جي ڪنڙي زبان سان ملي وڃي ٿي ۽ اتان کان ميسور جي اوڀارين سرحد تائين پهچي ٿي، جتان مدراس جي ويجهو هن جو تامل سان ميلاپ ٿئي ٿو.

تامل جو علائقو اتر ۾ تلگو سان هڪ ٿي، ڏکڻ طرف راس ڪماريءَ جي ڏس ۾ وڃي ٿو، ۽ مغربي ڪناري جي ڪجھ حصي کي وٺي ڪري تري وندرم تائين وڃي ٿو. اوله طرف هن زبان جي حد نيلگريءَ جون ٽڪريون، گهاٽ ۽ ميسور جي اوڀارين حد قرار ڏئي سگهجي ٿي، ايستائين جو ڪڊاپا جي ويجهو هيءَ تلگو سان وڃي ملي ٿي. سيلون جي اتر واري ڀاڱي ۾ به هيءَ زبان ڳالهائي وڃي ٿي.

مليالم، تري وندرم جي ويجهو شروع ٿئي ٿي. اتر طرف گهاٽ ۽ سمونڊ جي وچ ۾ منگلور تائين وڌندي وڃي ٿي، جتان کان تولو ۽ ڪنڙيءَ جي حد شروع ٿئي ٿي.

ڪنڙي سڄي ميسور ۽ ڪنارا ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ان جي اترين حد مرهٽي زبان جي حد تي مُڪي ٿي.

تولو يا تولوو ملابار جي ساحل وٽ منگلور جي ويجهو هڪ ننڍي علائقي ۾، ۽ ڪڊوگو ڪورگ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي.

هاڻي اسان وري هماليه جي طرف مڙون ٿا، جتي گهٽائي لهجا هڪ ٻئي سان گڏجي ويا آهن. آسام جي اترينءَ سرحد تي اوپر کان اوله ويندي ترتيب وار هي ٻوليون ملن ٿيون. اڪا، ابور، ڊوفلا، ميري، مشمي. ان کان پوءِ ڀوٽيا آهي، جيڪا اسان کي اوپر طرف تيستا تائين وٺي هلي ٿي. سڪم يا ان علائقي ۾ تيستا ۽ سنگهالي لا ٽڪرين جي وچ وارين علائقي ۾ ليپچا ۽ لمبو ڳالهائي وڃي ٿي. سڪم جي ترائيءَ (واديءَ) ۾ رهي ڌمل بوڊ يا ميهي ۽ ڪوچ ٻوليون ملن ٿيون، جيڪي اڳتي وڌي ڪوچ بهار جي ميدانن، رنگ پور، ديناج پور ۽ پورنيه جي اترين ڀاڱن ۾ به ڳالهايون ويندڙيون آهن. (ڪوچ جا ماڻهو بگڙيل بنگالي ڳالهائين ٿا.)

مسٽر هاج سن ۽ ڊاڪٽر ڪيمپ بل جي تحقيقات موجب نيپال ۾ زبانن جو جڙ ڪو چار وڃايو پيو آهي. سنگهالي لا ٽڪرين کان وٺي اسان کي لمبو يا ڪرانتا ملي ٿي، جيڪا اوله ۾ دوڪوسي درياه تائين پهچي ٿي. سنگهالي لا ٽڪرين جي مٿين سلسلن ۾ شيرول کي گورنگ به مليا آهن، جيڪي مرمي قبيلي سان ويجهو تعلق رکن ٿا. هيٺئين سلسلن ۾ ماگار به رهن ٿا، جيڪي اوله ۾ پلپا تائين پکڙيل

آهن. هن جڳهه تي ڪاٽي اسان کي برهمو، چپانگ هايو يا وايو ۽ ڪسميا کي رکڻ گهرجي. وچ نيپال ۾ نيوار، ڀري ۽ پرامو (ماگار جو هڪ لهجو) ڪان سواءِ دراهي يا دورهي، دنوار ۽ پڪسيا به ملن ٿيون. چمپارن ۽ ڪٽمنڊو جي وچ واري ترائيءَ ۾ ٿارو رهن ٿا. انهن جو سلسلو اوله ۾ گنڊڪ نديءَ تائين پکڙيل آهي. انهن مٿي ذڪر ڪيل پوين چئن ٻي زبانن جو شمار هند- جرماني واري سلسلي ۾ ٿئي ٿو. باقي ٻيون زبانون توراني آهن، جن ۾ ڪجهه گهٽ وڌ هندي گڏيل آهي. پربتيا يا پهاڙي هندي جو هڪ لهجو آهي، جيڪا سچي نيپال ۾ ڳالهائي ويجي ٿي ۽ اتان جي سرڪاري زبان آهي. پهرئين باب ۾ ان کي نيپالي چيو ويو آهي. ان جي اوله ۾ وري پلپا، ٿاڪسي، سنوار، سرپا جهڙيون ڪمايون ۽ گڙه وال جون ٻوليون ملن ٿين. انهن سان گڏوگڏ اسان ڪناور جي مل چن، هنديسي ۽ ان جي اتر ۾ تبارسڪد تائين ويجي پهچون ٿا. هن ڪان اوله ۾ پنجاب جي ٽڪرين وارو ڊوگرا لهجو اچي ٿو.

آسام جي ڏاکڻي ڪناري تي گهٽائي ناگا ۽ سنگ فو لهجا مڪر ۽ انڪامي، ڪسيا، جنتيا جي جابلو ماٿهن جون زبانون، ڪچار جي بورو ۽ گارو ٽڪرين جي گارو ملن ٿين. ٽپرا ۽ چٽاگانگ جي ڪن حصن ۾ ڪوڪي ۽ اراڪان ۽ چٽاگانگ ۾ مگ ڳالهائي ويجي ٿي. اندرئين حصي جي وحشي قبيلن متعلق هيءُ خيال آهي ته، اهي بي شمار ٻوليون ڳالهائين ٿا، مگر جيڪي ڳالهيون شايع ٿي اسان وٽ پهتيون آهن، انهن مان اها ڳالهه ظاهر ڪانه ٿي ٿئي، ته ڪهڙي قبيلي لاءِ ڪهڙو جاگرافيائي خطو متعين ڪيو ويجي.

هندستاني ٻولين جو هيءُ مختصر خاڪو آهي، هيءَ ڳالهه بلڪل

چٽي آهي تہ جيڪي ماڻهو زبانن جي ماڳ مڪان ۽ ميلاپ جي جاءِ تي رهن ٿا، اهي هن موضوع تي تحقيق ڪري علم ۽ ڄاڻ ۾ واڌارو ڪري سگهن ٿا.

(نوٽ: ليٿم Latham پنهن ڪتاب Compartive Philology ۾ انگامي کي هڪ جدا زبان جي حيثيت ڏني آهي. پر مون کي جيڪا آسام مان خبر ملي آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ اُن جو شمار ناگا قبيلن ۾ ٿئي ٿو. انهن سرحدي اڻ سڌريل قبيلن متعلق ايجا گهڻو ڪجھ معلوم ڪرڻو آهي.

اهڙيءَ طرح آسام جي سرحدي قبيلن جي ترتيب بہ ليٿم وٽان ئي ورتي وئي آهي. پر ان ۽ ڪلڪتي جي سروير جنرل آفس جي شايع ڪيل بنگال جي اتر اوڀر جي علائقي جي نقشي ۾ مون کي گهڻو فرق معلوم ٿئي ٿو. ان نقشي مان اهو واضح ٿئي ٿو تہ آسام جي اترين دنگ تي جيڪو اوڀر کان اولهہ وڃي ٿو، اتي هي قومون آباد آهن: مشي، ابور، مري، ڊوفلا، اڪي.

اهڙيءَ ريت ڏاکڻي دنگ تي، جيڪو اوڀر کان اولهہ وڃي ٿو، اتي ڪامتي، سنگفو، ناگا، چاچڙي، جينتيا ۽ گارو قومون آباد آهن. اهو چوڻ مشڪل آهي تہ ڪهڙي ڳالهہ صحيح آهي. ڇاڪاڻ تہ منهنجي اوڏانهن وڃڻ واري رٿ بنگال سرڪار رد ڪري ڇڏي آهي. ۽ سروير جنرل جو نقشو مسافرن جي ٻڌايل ڳالهين تي آهي. جن تي ڀروسو ڪري نہ ٿو سگهجي.)

# زبان جي ارتقا جا درجا

هر زبان ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري سگهجي ٿي: الفاظ ۽ انهن جا ڦريل روپ يا "گرداني لفظ". "لفظ" ڪنهن به شيءِ جو هڪ بيان آهي يا ڪنهن حالت، عمل، يا ڪنهن شيءِ جي صوتي تصوير آهي. جيئن، ماڻهو، هڻڻ، ڪرڻ. ڪنهن شيءِ جي صوتي تصوير کي اسم چئبو آهي ۽ حالت يا عمل جي صوتي تصوير کي فعل چئبو آهي. اهي آواز، پد، لفظ يا آوازن جا مجموعا گرداني لفظن ۾ وري اچي وڃن ٿا جيڪي ڪنهن لفظ جي مجرد شڪل ۾ وقت يا مقام يا ڪنهن لاڳاپي موجب ڦيرڦار آڻڻ لاءِ ڪم ايندا آهن.

مختلف زبانن ۾ لفظ ۽ گرداني لفظ جي ڳانڍاپي جي طريقي ۾ فرق ڏٺو ويجي ٿو. هيءُ فرق محض پرسان رکڻ کان وٺي مڪمل ميلاپ يا گڏ مِسُ جي شڪل تائين پهتو نظر اچي ٿو. (يعني ڪن زبانن ۾ اشتقاق رڳو لفظ جي پاسي ۾ لکيا ويندا آهن ۽ ڪِن ۾ وري لفظن سان اينرو ته گڏجي ويندا آهن، جو انهن کان الڳ ڪرڻ ناممڪن ٿيو پوي.) اهڙي ڳانڍاپي جي قِسم ۽ مقدار سان ئي زبانن جي مختلف خاندانن ۾ ورهاست ۽ هر خاندان جي خصوصيتن جي حدبندي ڪرڻ جو سڀ کان اهم ۽ آسان طريقو هٿ اچي ٿو.

پهرين ۽ ابتدائي حالت ۾ گرداني لفظ خود پنهنجي جڳهه تي لفظ طور استعمال ٿي سگهي ٿو ۽ ان جو تعلق ڪنهن به طرح ڌاتوءَ (Root) سان نه هوندو آهي، جيئن چينيءَ يا ٻي ڪنهن هڪ پدي

زبان جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو. ڪنهن لفظ مان جيڪو بنيادي خيال پيدا ٿئي ٿو، ان ۾ گهٽ وڌاءُ ڪرڻ لاءِ ان لفظ جي اڳ ۾ ۽ پٺيان الفاظ وڌائي ڇڏيندا آهن. هي اڳياڙين يا پڇاڙين طور جوڙيل لفظ جڏهن اڪيلا استعمال ڪيا ويندا آهن، ته انهن جي معنيٰ وري ڪجهه ٻي ٿي ويندي آهي، حالانڪ پنهنجي جڳهن تي سندن شڪل ساڳي هوندي آهي. هيٺ ڏنل مثال ان کي وڌيڪ چٽو ڪندا.

چيني زبان ۾ 'ڪان' ظاهر ڪرڻ جي لاءِ شروع ۾ سونگ- Tsungلڳائيندا آهن، جيڪو خود پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ فعل آهي. جڏهن پاڻ اڪيلو استعمال ٿيندو آهي ته 'پٺيان هلڻ' جي معنيٰ ڏيکاريندو آهي ۽ پوءِ "لاءِ" 'Lie' لڳائيندا آهن، جنهن جي معنيٰ آهي 'اچڻ'. اهڙيءَ طرح 'سنگ پيڪنگ لاءِ' 'tsung Peking lie' جي معنيٰ ٿيندي 'پيڪنگ ڪان'. هتي اسان کي هي ڏسڻ ۾ آيو ته پيڪنگ جي اصل خيال ۾ ترميم ڪرڻ جي لاءِ اسان ٻه اکر وڌائي ڇڏيا، جيڪي خود پنهنجي جاءِ تي لفظ هئا ۽ هتي اچي انهن جي معنيٰ ته بدلجي وئي، پر سندن صورت ڪانه بدلي.

مثال طور هڪ سٽ آهي Yung yi pa tau يونگ يي پاتاؤ، جنهن جو مطلب آهي 'تلوار جي ذريعي' يونگ Yung فعل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، 'استعمال ڪرڻ'. 'يي' جي معنيٰ ٿيندي 'هڪ' ۽ پاتائو Patau جي معنيٰ آهي 'تلوار'. هن سڄي فقري جي معنيٰ ٿيندي 'هڪ تلوار استعمال ڪر.'

چيني فعل ۾ زمانو نه ٿيندو آهي. مختلف زمانا اکرن ۾ ظاهر ڪيا ويندا آهن. جيڪي آزادانه نموني سان خود فعل جي حيثيت ۾ استعمال ٿيندا آهن. مثال طور Tseu سيو معنيٰ آهي 'هلڻ'.

سِيو لياؤ (Tseu liau) هلڻ + ختم= هليو.

اي ڪي سيو I-ki-tseu = ڪري چڪو+ ختم هلڻ، معنيٰ ٿيندي 'هليو ويو آهي.'

يائو سيو (Yau- tseu) (خواهش+ هلڻ) جنهن جي معنيٰ ٿيندي 'هلندو'.

زبان جي هيءَ قديم ۽ بلڪل شروع واري حالت آهي. ان کان پوءِ جيڪا منزل آئي، اها هيءَ هئي ته ڦيرو آڻيندڙ يا گرداني لفظن الڳ لفظن جي حيثيت سان پنهنجي معنيٰ وڃائي ڇڏي، پر ڦيرو آڻيندڙ جي حيثيت ۾ باقي رهجي ويا. انجا مثال چيني زبان ۾ ٻه ملن ٿا، جيئن هڪ جزو 'تاءِ' Ti جڏهن ڪنهن لفظ سان ملندو آهي ته اضافي حالت جو پتو ڏيندو آهي ۽ انگريزي لفظ (of) يعني "جو" جي حيثيت رکي ٿو. ان جي جدا ڪابه حيثيت ناهي(۱).

ان پٺي درجي تي ڪنهن زبان جو مثال سپ کان چٽو آهي. هن زبان ۾ گرداني لفظ اصل اکر يعني بڻ بٽياد ۾ جَڙيل هوندو آهي. پر اهڙيءَ طرح جو اصل لفظ يا بڻ بٽياد ان کي ڦيرائيندڙ لفظن کان سولائي سان جدا ڪري سگهبا آهن ۽ هڪ ئي نظر وجهڻ سان لفظ جا ترڪيبي عناصر سامهون اچي ويندا آهن.

مثال طور ترڪيءَ زبان جو پد (Syllable) 'اِن' (جيڪو پهريائين کهڙي به معنيٰ رکندڙ هو، پر هاڻي بي معنيٰ بنجي چڪو آهي.) جيڪڏهن ڪنهن اسم سان ملائبو ته ان جي معنيٰ ٿيندي of= جو. اِه يا اَه جو مطلب ٿيندو To 'ڏانهن يا تائين' ۽ 'دان' جو مطلب ٿيندو 'کان'.

لفظ 'اوِ' جي معنيٰ آهي گهر. هاڻي اچو ته انجون جدا جدا صورتون ڏسون: اِون evin (هڪ گهر جو). 'اِوه' eveh (هڪ گهر

(۱) مثالن واسطي مان چيني گرامر جي ناهيندڙ Summers جو ٿورائتو آهيان.

تائين) ۾ 'اِودان' evdan معنيٰ ٿيندي 'هڪ گهر کان'.

جيڪڏهن اسان هن بنيادي لفظ 'اوِ' ev-سان 'لِر' ler ملائيندا سون، جيڪا جمع جي نشاني آهي ته اوِلر evler معنيٰ ٿيندي، گهڻا گهر ۾ ان جو گردان به ڪجھ هيئن ٿيندو: اولران evlevin معنيٰ 'گهرن جو' اولره evlereh = 'گهرن تائين يا گهرن ڏانهن'. اولردن evlerden معنيٰ 'گهرن کان'.

پد 'اِم' im جي معنيٰ آهي، 'منهنجو'. هيءَ اسمن ۾ فعلن ۾ گڏي سگهجي ٿو. (١) هن طريقي سان 'اوِ' ev يا اوام evim جي معنيٰ ٿيندي 'منهنجو گهر'. ان جو گردان به هيٺين لفظن کي ملائي ڪري سگهجي ٿو. 'اوِمن' evimin (منهنجي گهر جو). اوِمه evi-mah (منهنجي گهر ڏانهن). اوِ امِ دان (منهنجي گهر کان) ان کان اڳيان اسان کي 'اولرم' evlerim يعني "منهنجي گهر" ملي ٿو. جنهنجو گردان هيئن آهي، 'اولي رم ان' (evlerimin)= منهنجي گهرن جا.

(evlerimeh) اولرمه= منهنجي گهرن ڏانهن 'اولرمدان' (evlcrimdan)= منهنجي گهرن کان. هن آخري لفظ جي چنڊ ڇاڻ ڪندي ترڪي زبان جو خاص مزاج چٽو ٿي بيهي ٿو. اسان ڏسون ٿا ته هر پد Syllable پنهنجو پاڻ ۾ ٺري گهري ڪونه ٿو سگهي پر ان هوندي به انهن غير تغير پذير پرن جي ترتيب مان اهي سمورا ضروري مطلب ۾ ٺيرڦارون ملي سگهن ٿيون. اهڙيءَ طرح اوِ ev (گهر) لِر Ley (انگ) اِم im (منهنجا) دان dan (کان) جو مطلب ٿيو 'منهنجن گهرن کان'.

هيءَ اصول فعل ۾ به ڪم ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح 'اوملاڪ'

---

(١) هن قسم جي ابتدائي خاڪي ۾ اهو بذاتِ مشڪل آهي ته "امِ" اسم ۾ فعلن ۾ ڪيئن ٿو ڳنڍجي. هن موضوع تي چٽائي سان Garnett جي ڪتاب Philological Essays ۾ بحث ٿيل آهي.

(olmak) جي معنيٰ آهي، ”هُئڻ“ يا ”هجڻ“ ۽ هيءُ لفظ حال جي صيغي ۾ oram ’اورام“ يعني ”مان آهيان“ ٿي ويجي ٿو. اهو هن طرح بڻيو: اول (هجڻ)، اور (زماني حال جي علامت) ۽ ايم’ام لاءِ“ معنيٰ منهنجو. لفظي معنيٰ ٿيندي ’هجڻ منهنجو‘ يا ’منهنجو هجڻ‘.
جمع ۾ اهو وڏيڪ چٽو آهي. اهڙيءَ ريت اسان (We)= yc, biz، (تون)= yesiz اهي= analar اهڙيءَ ريت اسان انهن کی گڏي Partici-ple يا اسم مشتق

olor= هجڻ سان گڏي

oloriz= اسان آهيون (We are)

olosiniz= توهين آهيو (You are)

olorlar= اهي آهن (They are) وغيرهٔ ٺاهي ٿا سگهون.

جتي اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ظاهر ڪندڙ ضمير فعل جي بنياد کان چٽيءَ ريت نکڙيا بيٺا آهن. توڙي جو سندن صورت ٿوري مٽيل آهي، سيني فعلن جون پڇاڙيون قاعدي مطابق ڏسڻ ۾ اينديون. هن قسم جون ساديون ترڪيبون بي شمار فعلن ۾ ڏسڻ ۾ اينديون. اهڙيءَ ريت ترڪي زبان ۾ چٽيهن گردانن جو انگ ملي ويندو ۽ هرهڪ گردان ۾ اسم مشتق جا ستاويهہ قسم ڏسڻ ۾ ايندا. انهن مان هرهڪ جو ٿنهي ضميرن سان واحد ۽ جمع جي صيغيَ ۾ ڦيرو يا گردان ڪري سگهجي ٿو. ترڪي زبان جي فقط هڪ فعل مان پنج هزار نوَ سو پنيهہ اسم مشتق بڻجي سگهن ٿا. اهڙيءَ ريت الماڪ= (To take) ’وٺڻ‘ مان اسان کي آلا= Taking جو اسم مشتق ملندو. حالت جريءَ ۾ الماڪباۓ ڪٽندي/ (Whilst taking) ٺهندو. ضميري صورت مان وري ’آلاماغي ني زادا‘ Almaghinizda ٿيندو، جنهن جو مطلب آهي، تنهنجي وٺڻ سان On your taking.

هن فعل جي گرداني صورت الن ميڪ alinmek بہ ٿي سگهي

ٿي. جنهن جو مطلب آهي، پنهنجو پاڻ ڪٽڻ. ان جو ناڪاري جملو
هن ريت جڙندو. alinmemek الن ميمڪ معنيٰ پاڻ نه ڪٽڻ. ڪنهن
قاعدي ڪان سواءِ غير امڪاني صورت هيءَ به ٿي سگهي ٿي. -alende
rehmemek يعني پاڻ ڪٽي سگهڻ جي لائق نه هجڻ. ڪڏهن ڪڏهن
اهو اسم مشتق مفعولي صورت ۾ پڻ ظاهر ٿيندو آهي. -alinderehme
meginizda جڏهن اوهان پنهنجي پاڻ ڪٽي سگهڻ جي لائق نه ٿي
سگهيا. انهن جو ڇيد هن ريت ٿيندو.

al= take, in= self, der= cause, eh= able, me= not, meg= when (participal form,) iniz= you [in= thou, iz= number], da= from.

هتي هرهڪ پد ڪي پنهنجي پوري معنيٰ ۽ مطلب آهي. پر انهن
کي ڌار صورت ۾ استعمال ڪري نه ٿو سگهجي.

مان تفصيل ۾ ان ڪري وڃان ٿو ته جيئن ترڪي زبان جي
لفظن جي مخصوص تنظيم جو ڪجهه وچور ڏيئي سگهجي، جن ۾
متحرڪ پدن جو ڊگهو سلسلو موجود آهي، جيڪي اچاري سهنج
واري ڦيرڦار سبب پاڻ ۾ گڏيا پيا آهن.

هندستاني لسانيات جي شاگرد جي واسطي ترڪي زبان جي
معلومات خاص فائدي واري ڳالهه آهي، ڇو ته سيني توراني زبانن ۾ به
سڀ ڪان وڌيڪ ضابطگي سان ترتيب ڏنل زبان آهي. جيئن ته اهڙيون
زبانون تحقيقات جي لاءِ سيني ڪان وڌيڪ روشن آهن، تنهن ڪري
ڪو ترڪي سان پنهنجي پڙهڻ جي شروعات ڪري، ته ڪيس ان ۾
سڀ ڪان وڌيڪ لاڀ ملندو. هيءَ سولائيءَ سان سمجهه ۾ ايندڙ زبان
آهي ۽ هن تي ڪم ڪرڻ وارو هميشه فائدي ۾ رهندو.

منهنجو خيال آهي ته هندستان جي توراني زبانن بابت ڄاڻڻ لاءِ
ترڪيءَ ڪان به وڌيڪ چڱي معلومات هنگري زبان جي مطالعي مان ٿي
سگهي ٿي. مون کي افسوس آهي ته مان هن وقت ان جو ڪوبه مثال

پيش ڪري ڪونہ ٿو سگھان. پر جيڪي چند مثال منهنجي نظر مان گذريا آهن، انهن مان هيءُ خيال چٽو ٿئي ٿو، تہ جڙيل حرفن جي موجودگيءَ جي لحاظ سان هيءَ زبان اهڙي قسم جي زبانن تي فوقيت رکي ٿي.

زبان ۾ پيو مرحلو يا درجو اهو آهي، جنهن ۾ اهڙا لفظ جيڪي گرداني حيثيت سان استعمال ڪيا ويا هجن، سي نہ فقط پنهنجي اصلي شڪل وڃائي ويهن، پر مڪمل طريقي سان ان بنيادي لفظ سان ايئن ڳنڍيجي ويا هجن، جو اهو هڪ ئي لفظ محسوس ٿئي ۽ جنهن کي ان کان پوءِ بغير مفصل ۽ مڪمل ڇنڊڇاڻ جي الڳ الڳ لفظن جي حيثيت سان سڃاڻڻ مشڪل هجي. هيءَ منزل گرداني سڏبي آهي. هند جرماني خاندان جون زبانون اهڙا گھڻا مثال پيش ڪن ٿيون. هن خاندان جي پراڻين زبانن ۾ گرداني عنصر ڪڏهن تہ ڏاڍو پڌرو ظاهر ٿيندو آهي. پر سنسڪرت، جيڪا انهن سڀني کان وڌيڪ قديم آهي، ان ۾ گرداني نوعيت پنهنجي اصلي ۽ شروعاتي شڪل ۾ تمام گھڻ ڏٺي وئي آهي.

مثال طور سنسڪرت ۾ 'آسمي' معنيٰ 'مان آهيان'، ڏٺو وڃي ٿو، ان کي سولائيءَ سان 'اس' معنيٰ 'هئڻ' ۽ 'مي' معنيٰ 'مان' يا 'مون' ۾ بدلائي سگھجي ٿو، پر جيتوڻيڪ 'مي' ۾ ضمير متڪلم سان ڪافي مشابهت ڏٺي ٿي وڃي، جنهن ذريعي اسان ان جو اهو بنياد تلاش ڪري سگھون ٿا، تنهن هوندي بہ 'مي' جو لفظ ڌار حيثيت ۾ 'مان يا منهنجو يا مونکي' جي معنيٰ ۾ هاڻي سنسڪرت ۾ ڪوبہ وجود نہ ٿو رکي.

يونانيءَ ۾ 'اي مي' Eimi جي جوڙجڪ هيئن بيان ڪري سگھجي ٿي 'اي' 'Ei' معنيٰ 'هجڻ' ۽ 'mi' "مي" معنيٰ 'مان'. پر 'اي' 'هجڻ' جي معنيٰ ۾ هڪ جدا لفظ جي حيثيت سان يا 'مي'

'مانُ' وغيره جي معنيٰ ۾ نہ ٿا ڏنا وڃن. 'اِي' 'ei' 'es' جي بگڙيل صورت آهي، جيڪا سنسڪرت لفظ 'اس' as مان ورتل آهي.

لاطينيءَ ۾ 'سم' "Sum' هيئن آهي، 'س' معنيٰ 'هجڻ' 'م' 'm' معنيٰ 'مانُ' ۽ 'اُو' 'U' ڇوٽو سُر آهي، جيڪو اچار جي سولائي لاءِ شامل ڪيو ويو آهي.

گاٿ زبان ۾ 'امر' 'em' معنيٰ 'آهي'، i= هئڻ، 'م' 'm' معنيٰ 'مانُ'. هن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ انهن زبانن ۾ ڪنهن بہ زبان جي اکرن جا اڳ يا پڇاڙيون پنهنجي اصلي شڪل قائم نٿا رکن، جڏهن تہ انهن مان ڪنِ ۾ بنيادي لفظ بہ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان تبديل ٿي ويا آهن.

ضمير واحد حاضر جي شڪلين ۾ سنسڪرت ۾ 'آسي' Assi يا asi آهي، جيڪو 'اس' ۽ 'سي' جو مرڪب آهي. پر 'تون' جي معنيٰ ۾ 'اسي' جو لفظ هڪ جدا حيثيت ۾ ڪونہ ٿو ملي. يونانيءَ ۾ 'اِي' (ei)= 'اسي' (essi) esi جو هم معنيٰ آهي، جنهنجو ڇيد هيئن ٿيندو: 'اس' معنيٰ 'هجڻ' ۽ 'سي' معنيٰ 'تون'. انهن ٻنهي مان ڪوبہ الڳ زنده لفظ ڪونہ آهي. هيٺين شڪلين ۾ جيڪي ڦيريون گهيريون ٿيون آهن، سي بلڪل چٽيون نظر اچن ٿيون.

سنسڪرت- 'پارتي' 'پار' معنيٰ 'کڻڻ' هلڪو 'الف' اچاري سهنج لاءِ آهي ۽ لفظ 'تي' آهي 'اُهو'

يوناني- فيري آءِ Pherei فير معنيٰ 'کڻڻ'، 'ي' اچاري سهنج وارو اکر ۽ 'اِي' 'i' (تي جي جاءِ تي) معنيٰ 'اهو'.

لاطيني- فرتِ fert "فر" معنيٰ 'کڻڻ'

'ت' معنيٰ 'اهو'.

گاٿڪ- بَيرٿ Bairith "بير" معنيٰ کڻڻ 'i' يا اِ اچاري سهنج جي علامت ۽ ٿ معنيٰ 'اهو'.

انگريزي لفظ بيرٿ Beareth آهي، جيڪو مٿجي هاڻي Bears ٿي ويو آهي. S ۽ ضمير He ۾ ڪهڙو لاڳاپو آهي؟ (سنسڪرت 'س'، sa) سو هڪ ڏکيءَ ڇنڊڇاڻ کان پوءِ ظاهر ٿي سگهي ٿو.

هنن زبانن جي خاندان متعلق اسان عام طور تي توراني زبانن جي مقابلي ۾ ايترو وڌيڪ ڄاڻون ٿا، جو انهن جي باري ۾ لکڻ بي سود آهي.

زبانن جي هڪ شڪل يا منزل پڻ به آهي. هيءَ ئي آخري منزل آهي، جتي ڪا زبان اچ تائين شايد ئي پهتي هجي. هن شڪل ۾ ڦيري يا گرداني لفظن ۾ ايتري گاٽ ۽ گس ٿئي ٿي جو ان جي بنيادي شڪل بدلجي ويجي ٿي ۽ ان جو ڪو به نشان باقي نه ٿو رهي ۽ ڦير گهير جي نشان ختم ٿيڻ سان سندس معنيٰ ۾ گهاٽي واڌي ٿئي ٿي، يا ان جي ماڳهين ختم ٿي وڃڻ جو خطرو پڻ پيدا ٿي ويجي ٿو. معنيٰ جي فرق کي موجود رکڻ لاءِ نوان لفظ ملائڻ جي ضرورت ٿئي ٿي ۽ پهرينءَ نظر ۾ هن منزل جون زبانون به پهرين قسم جي نحوي ساخت جون معلوم ٿين ٿيون. گهٽ ۾ گهٽ هن حيثيت ۾ ته ائين ضرور ٿيندو آهي ته معنيٰ ۾ ترميم ظاهر ڪرڻ جي لاءِ اهڙيون اڳياڙيون پڇاڙيون استعمال ڪيون وينديون آهن، جيڪي پنهنجي اصلي ۽ بنيادي لفظ کان جدا هونديون آهن. مثال طور فرانسيسي زبان ۾ پڇاڙيءَ وارين S ۽ at جو لاطينيض لفظ Porto ۽ Portat مان غائب ٿيڻ سبب Porte کان Porto ۽ Porte کان Portat جي اچارن ۾ فرق رکڻ مشڪل آهي. هن جو نتيجو اهو نڪتو ته هن ۾ ضمير je ۽ il جو اضافو ڪرڻو پيو. حالانڪ اهڙيءَ طرح ضميرن جو تڪرار ٿي ويجي ٿو. ڇو ته جيڪڏهن Porto=Porte ۽ Porto جي معنيٰ آهي 'مان کڻان ٿو' ته پوءِ Je porte جو مطلب ٿيو 'مان مان کڻي ويجان ٿو'. اهڙي طرح il porte جي معنيٰ ٿيندي 'هي هي کڻي ٿو.'

انگريزيءَ ۾ ٻه ائين ئي ٿيندو آهي، پر ايترو نه جيترو فرانسيسي ۾.
He goes ۾ ضمير goes= goeth ۽ Go-he جو مجموعو آهي، ان ڪري
ٻـ دفعا شامل آهي.

(جڏهن زبانون اشتقاقي منزل ٽپي تجزياتي يا ڇيد واري منزل تي پهچنديون آهن ته ان عبوري حالت ۾ زبانن جي نوعيت ۾ زبردست تبديلي پيدا ٿيندي آهي. جڏهن لفظن جي باهمي تعلقات جو اظهار خود لفظن جي اندر ڦير گهير جي سبب ڪري هجي ته هي بحث ئي اجايو آهي، ته جملي اندر لفظن جي جڳهه ڇا آهي. پر جيڪڏهن لفظن جو خاتمو متعين ئي نه هجي، ته ان وقت معنيٰ جو پتو سواءِ هنجي ڪهڙي ريت لڳائي سگهجي ٿو، ته لفظن جي ترتيب تي نگاه رکي وڃي. خاتمن جو اهڙيءَ طرح حذف ڪري ڇڏڻ، منهنجي خيال ۾ ڪنهن نقطءِ نگاه کان زبان جي واسطي ڏاڍو هاڃيڪار آهي، ان جو اصل سبب هي آهي ته انگريز قاعدن جا ڪتاب نهايت خراب طريقي سان ترتيب ڏين ٿا. مفهوم بلڪل لفظن جي ترتيب تي هوندو آهي. انگريزيءَ جا پيچيده جملا گهٽ احتياط گهرن ٿا. رڳو هوشيار لکڻ وارا ئي غلطين کان بچي سگهن ٿا. ان جي برعڪس جرمن آهن، جن پنهنجن اشتقاقن جو چڱو تعداد محفوظ رکيو آهي، اُهي اڌ صفحي جو جملو بغير ڪنهن قسم جي پيچيدگيءَ جي بلڪل سولائيءَ سان لکي سگهن ٿا.)

مٿي ذڪر ڪيل خيالن تي نهايت سادگي ۽ سولائي سان عمل ڪري سگهجي ٿو. گذريل بابن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هندوستان ۾ گهڻن قسمن جون زبانون آهن ۽ ان واسطي هن ڳالهه جو علم ضروري آهي ته انهن زبانن کي سندن ارتقا موجب ڪيئن ورهائجي، جنهن قسم جي مطالعي کي عام ڪرڻ ضروري آهي سو هي آهي ته جن زبانن جو اڃ تائين مطالعو نه ٿيو آهي، اهي آخر سمجهيون ڪيئن وڃن ۽

ڪهڙيءَ طرح لکيون ويون. ظاهر آهي ته مطالعي ڪرڻ واري کي خود پنهنجيءَ معلومات ۽ مواد تي پروسو ڪرڻ گهرجي.

اسان مٿي زبان جي ارتقا جا چار درجا يا مرحلا قرار ڏنا آهن:

پهريون: نحوي يا ترڪيبي: (جيئن چيني.) Collactional or syntactical

ٻيو: ڳنڍڻ وارو طريقو: (جيئن ترڪي.) Agglutinatid

ٽيون: گرداني يا ڦيري وارو: (جيئن سنسڪرت.) Inflctional

چوٿون: تجزياتي يا ڇيدا وارو طريقو (جيئن جديد انگريزي ۽ فرينچ.) Analytical

توراني خاندان جي پهرئين، ٻئي ۽ ٽئين قسم جون زبانون گهڻي قدر ارتقا جي پهرئين درجي ۾ رکي سگهجن ٿيون، جيئن ٿائي، سوهيتي ۽ هماليائي. هيءُ اصول ٻي ڪتڪي پيش ڪري سگهجي ٿو ته انهن مان تمام گهڻو ترقي يافته زبانون به ٻئي درجي يعني ڳنڍڻ يا جوڙڻ واري طريقي کان اڳتي ڪونه وڌيون آهن ۽ جيڪي اجا به وحشاني دور ۾ آهن يا گهٽ ترقي يافته آهن، اهي نحوي يا ترڪيبي دور ۾ آهن. ان قسم جي ادبي زبانن جي باري ۾ ته چڱي معلومات موجود آهي، پر جيڪي زبانون اڻ سڌريل آهن، تن جي باري ۾ نئين تحقيقات جي ضرورت آهي، جي ڪو به زبان جي مطالعي ڪرڻ وارو هيئن ڪري ٿو ته انهن زبانن جي ڪنهن نئين لهجي کي نحوي يا ترڪيبي قرار ڏئي ٿو ۽ پنهنجي رڪارڊ ۾ هر پد کي هڪ جدا مفهوم سان الڳ لفظ سمجهي ٿو ته اهو ڪا غلطي ڪونه ٿو ڪري.

ٻئي يا ڳنڍڻ واري درجي ۾ توراني خاندان جي چوٿين ۽ پنجين قسم جون زبانون ڪول ۽ دراوڙي شامل آهن. ڪول زبانن ۾ واضح ۽ خالص جوڙ ڏنا ويندا آهن، دراوڙيءَ ۾ اچاري سهنج ۽ خوش آوازيءَ جو رجحان ايترو ته زياده آهي، جو بعضي ته ان جي شڪل گرداني ٿي ويندي آهي. اهائي ڳالهه پهرين ٽنهي قسمن جي توراني زبانن لاءِ پڻ

چئي وئي آهي، جيڪي زبانون تمام گھڻيون ترقي يافته آهن، اهي ايترو مشڪل سان ئي گرداني درجي تي پھتيون آهن ۽ جيڪي غير ترقي يافته زبانون آهن، سي ڳنڍڻ واري درجي تي مس آهن.

هند جرماني خاندان جي زبانن (پهريون ۽ پيو قسم) جو تعلق گرداني يا تجزياتي دور سان آهي. فرق رڳو هي آهي ته انهن مان ڪن ترقي يافته ٻولين ۾ آخري يا تجزياتي دور جي زبانن سان هڪجھڙائي ڏسي وڃي ٿي.

جيڪو اصول اسان ٻه پيرا بيان ڪري چڪا آهيون، اهو هتي به لاڳو ٿئي ٿو، يعني جيڪي ترقي يافته زبانون آهن، سي گھڻو ڪري تجزياتي يا ڇيد واري حد ۾ پھچي چڪيون آهن، باقي جيڪي گھٽ ترقي يافته آهن، سي گرداني مرحلي کان اڳتي نه وڌيون آهن. مثال طور نيم سنسڪرت فعلي شڪليون، فعل جي حالتن کي ظاهر ڪرڻ وارا خاتما بنگاليءَ ۾ هنديءَ جي مقابلي ۾ گھڻا نظر اچن ٿا. تنهن ڪري چئي ته بنگالي هندي جي مقابلي ۾ گھٽ ترقي يافته آهي. هندي وري ڪن حيثيتن ۾ تجزياتي آهي ۽ بنگالي وري نج گرداني. لفظ "تاهر" گرداني آهي، 'اُسڪا' تجزياتي، "ڊيک يلام" گرداني، "ديکا هئي" يا "ديکا ٿا" تجزياتي:

هن مختصر خاڪي ۾ گھڻا مثال درج ڪرڻ يا گھڻين زبانن جي ڳالهائڻ جي لفظن ۾ تجزياتي شڪليون ڳولڻ ناممڪن آهي. عام حيثيت ۾ هيءُ چيو وڃي ٿو ته سي کان وڌيڪ گرداني بنگالي، آسامي، اُڙيه ۽ گجراتي آهن. سي کان گھٽ هندي ۽ مرهٽي. جيستائين عربي گاڏڙ هنديءَ يا اردوءَ جو تعلق آهي، ته اها گھڻو ٺڪ انگريزيءَ وانگر تجزياتي آهي.

# زبانن جون خانداني خصوصيتون

ارتقا جي درجن جي لحاظ سان زبانن جي تقسيم زبان جي ڇنڊڇاڻ جي لاءِ ڪافي نہ آهي. انهن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو ٻيو قدم آهي.

ٿي سگهي ٿو تہ بہ زبانون ارتقا جي ساڳئي دور ۾ هجن، پوءِ بہ هڪ ٻئي کان مختلف هجن، جيئن سنسڪرت ۽ عبراني ٻئي گرداني مرحلي ۾ آهن، پر دنيا جون ڪي بہ بہ زبانون پنهنجي ساخت ۽ خصوصيتن جي لحاظ سان هڪ ٻئي کان ايتريون مختلف نہ هونديون. ان ڪري اهو ضروري آهي تہ مختلف مرحلن ۾ هر هڪ خاندان جي خصوصيتن جو هڪ مختصر خاڪو پيش ڪجي.

هن مختصر خاڪي ۾ هند جرماني يا آريائي خاندان جي ٻولين جي خصوصيتن جو ڪو مڪمل تَتُ پيش ڪرڻ، ان لاءِ ڏکيو آهي جو اهي زمين جي وڏي ۽ وسيع حصي تي پکڙيل آهن ۽ آريا قوم بلڪل شروعاتي زماني کان هڪ شاندار ۽ ترقي پذير تمدن سان مالامال رهي آهي. ان ڪري مان هن موضوع جي متعلق وڌيڪ نمايان ۽ واضح نُڪتن کي پيش ڪندس.

آريائي زبانون گرداني ۽ تجزياتي حالت ۾ ملن ٿيون. پر ٻهرينءَ کان ٻي حالت ۾ اچڻ جي منزل ڪنهن واضح ۽ فيصلہ ڪن شڪل ۾ نہ ٿي ڏٺي وڃي. جهڙيءَ طرح فطرت جي ٻين شعبن ۾ ٿيندو آهي، اهڙيءَ طرح زبان ۾ بہ مختلف طبقا جنسون ۽ نسل سي هڪ ٻئي سان

گڏجي ويندا آهن. انهن ۾ واضح حدبنديون نه ٿيون ٿين. فطرت ڪا صندوق نه آهي، جنهن ۾ گهڻا خانا ٺٽيل هجن، پر اها رنگين ڪڙين جو هڪ زنجير آهي.

اسان کي اهڙيون زبانون به ملن ٿيون، جي جيتوڻيڪ مڪمل طور تجزياتي نه ٿيون آهن، ليڪن گرداني به نه آهن. ان ڪري هن حالت ۾ ٻن حصن يعني ابتدائي گرداني حالت ۽ بعد واري گرداني حالت ۾ ورهائڻ سولو ٿيندو.

بهرحال هتي چند سڌين سادين ڳالهين جو بيان ڪرڻ ڪافي ٿيندو، ڇو ته جيڪڏهن ٻنهي جا فرق مڪمل طور تي واضح ڪيا وڃن، ته هڪ اهڙو شخص، جيڪو پهريون ڀيرو هن موضوع ڏانهن وک وڌائي رهيو آهي، تنهن لاءِ ڏکي ۽ منجهائيندڙ ڳالهه ٿي پوندي. آريائي زبان جي گرداني ساخت سان تعلق واريون اهم خصوصيتون هيٺ ڏنيون وڃن ٿيون:

اسم فعلن کان بلڪل الڳ هوندا آهن. هڪ ئي لفظ هڪ ئي وقت ۾ فعل ۽ اسم نه ٿو ٿي سگهي. اهو رڳو ان وقت ٿيندو آهي، جڏهن زبان نحوي ۽ ڳانڍاپي واري منزل تي هجي.

تعداد جي لحاظ سان اسم جون ٽي شڪليون ٿينديون آهن، واحد- تثنيه ۽ جمع- ۽ بي شمار حالتون ٿين ٿيون. انهن حالتن جو تعداد واحد ۽ جمع کي ملائي مختلف زبانن ۾ پنجن کان وٺي نون شڪلين ۾ ظاهر ٿيندو آهي. تثنيه ۾ ڪنهن زبان جون سڀ حالتون محفوظ نه آهن، سنسڪرت ۽ زند ۾ انهن حالتن جي لاءِ رڳو ٽي شڪليون، يونانيءَ ۾ ٻه، لاطينيءَ ۾ سڀ تثنيه غائب ٿي ويا آهن.

مختلف حالتن ۾ پڇاڙيون ان جي اصل لفظ کان الڳ نه ٿيون ڪري سگهجن، ۽ نه وري انهن کي نظر انداز ڪري يا ڪرائي سگهجي ٿو. هي مستقل قائم نه ٿيون رهن، پر جن اسمن ۾ اهي

ڳنڍيل آهن، انهيءَ لحاظ سان بدلجنديون رهنديون آهن.

اهڙيءَ طرح گردان جا گهڻا ڦيرا ٿي ويندا آهن. پر سيني گردانن ۾ بنيادي اصول هڪ جهڙا هوندا آهن ۽ جيڪي اختلاف پيدا ٿيندا آهن، اهي فقط آوازن جي اچاري سهنج جي انهن قاعدن تي عمل ڪرڻ سان پيدا ٿيندا آهن، جيڪي هن طريقي تي ضابطو رکن ٿا، جنهن ۾ پچاڙيون اهڙن بنيادي اکرن ۾ ڳنڍيون وينديون آهن، جن جو خاتمو ترتيبوار حرف علت ۽ حرف صحيح ۾ ٿيندو هجي.

هي قاعدا ڪن زبانن مثال طور سنسڪرت، زند، لاطيني، يوناني ۽ آرمينيءَ ۾ اڄ به چٽيءَ طرح سان ليپي سگهجن ٿا. پر انهن زبانن ۾ به جن ۾ انهن جو نشان پتو غائب ٿي ويو آهي، محققانه ڇنڊڇاڻ ڪان پوءِ انهن جي عمل جو پتو لڳائڻ ممڪن ٿي سگهي ٿو.

فعل به گهڻن ئي قسمن جون پچاڙيون ڏيکارين ٿا. اسم وانگي ان جا به تعداد جي اعتبار کان ٽي صيغا واحد تثنيه ۽ جمع ٿيندا آهن. پر اسم وانگي هن خاندان جي ڪن زبانن مان تثنيه جو صيغو غائب ٿي ويو آهي.

فعل جي هر زماني جي ٽن ضميرن جون تعداد جي لحاظ سان ٿي جدا جدا شڪليون ٿينديون آهن. پر عام طور مذڪر مؤنث لاءِ ڌار ڌار شڪليون نه هونديون آهن. اهڙيءَ طرح I speak, He speaketh ۽ Thou Speakest جو اظهار ٽن مختلف شڪلين ۾ ٿيل آهي. (Woman). Thou (man) speakest. Thou speakest ۾ ڪو فرق ڪونهي. هن جو ذڪر ان ڪري ضروري هو ڇو ته سامي زبانن ۾ مونث ۽ مذڪر جي واسطي مختلف شڪليون ٿينديون آهن.

فعلن جون ضميري پچاڙيون يا ته ڳجها يا گسي ويل ضمير آهن يا وري ضميري شڪليون هونديون آهن.

فعل جو عمل جنهن زماني ڏانهن اشارو ڪري ٿو، ان جي شڪلين

جا معين سيٽ هوندا آهن، انهن حالتن جي واسطي به مختلف سيٽ هوندا آهن، جنجي ماتحت اهي عمل ڪيا ويندا آهن. شڪلين جا هر اهڙي سيٽ ساڻ (جن ڪي فعل جا زمان يا طور چيو ويندو آهي) ضميرن جي شڪلين جا به سيٽ ٿيندا آهن(١). فعل جي بنيادي يا اصل لفظن ۾ ڦيرڦارين ڪجهه تبديليون ان لاءِ ايندڙيون آهن، جو ان ڪي مفهوم ۾ ضروري تبديلين ظاهر ڪرڻ جي لائق بنائي سگهجي، پوءِ ان ترميم ٿيل شڪل ۾ ڳجهي ضمير جو اضافو ڪيو ويندو آهي، جيڪو ضمير شخص جي پڇاڙيءَ جو ڪم ڏيندو آهي. ان سلسلي ۾ آوازن جي مناسب ميلاپ جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. عام طور تي فعل جي بنيادي يا اصلي لفظ ۾ ڪوئي به اندريون تغير نه ٿيو ٿئي.

زمان ماضي عام طور تي واڌو حرف يا تڪرار سان ظاهر ڪيو ويندو آهي. اهو واڌو حرف هڪ ننڍڙو حرف اَ (a) يا ان جي برابر ڪا به اڳياڙي ٿي سگهي ٿي. ڪڏهن بنيادي اکر جي پهرئين حرف علت يا حرف صحيح ۾ ملايل اڳياڙيءَ جو تڪرار ڪيو آهي. (جنهن ۾ ڪڏهن حرف علت ته ڪڏهن حرف صحيح ۾ صوتي تبديلي اچي ويندي آهي.)(١) هن گروهه جي ڪن زبانن مان اهڙا واڌو حرف زائد ۽ تڪرار جا پول پئي غائب ٿي ويا آهن. ضميرن جون شڪليون توڙي جو تفصيلات ۾ بدلجي ويندڙيون آهن، پر پوءِ به پنهنجي خصوصيت قائم رکنديون آهن. (مثال طور آها ۽ 'م' ضمير متڪلم جي لاءِ 'تُ' ضمير حاضر لاءِ ۽ 'س' يا لا ضمير غائب لاءِ.)

هن خاندان جي زبانن جي اهم خصوصيت هيءَ آهي ته هي نهايت

---

(١) ڪن زبانن ۾ امر جي صيغي کي هن کان وانجهيل سمجهڻ گهرجي، ڇو ته ان جو واحد متڪلم غائب ٿي ويو آهي.

(٢) پڙهڻ وارن کي هيءَ ڳالهه ڪجهه اڻ ڇتي لڳندي. هن کان زياده تشريح ڪرڻ ممڪن نه آهي. ڇو ته پئي ڪنهن نموني سان پيش ڪرڻ ڪري هي بيان هن خاندان جي سيني زبانن سان لاڳو نه ٿيندا.

پيچيده خيالن جي مجموعي کي مرڪبن جي ذريعي سان ادا ڪري سگهن ٿيون. ڪيترا لفظ ملايا ويندا آهن ۽ حالتن ۾ فعل جي آخري رڪن کي صرف آخري لفظ ۾ ڳنڍي ڇڏيندا آهن. ان مرڪب جو پهريون ٽڪرو يا ته حرف جر يا ڳنڍيندڙ وارو حرف هوندو آهي يا اسم يا ڪنهن وري فعل. ٻين خاندانن ۾ هيءَ خوبي ڪونه ڏٺي ويجي ٿي.(١)

(مٿي ذڪر ڪيل خيالات رڳو قديم آريائي زبانن سان لاڳو آهن، جو ته موجوده زبانن مان ڪابه زبان مڪمل طور تي گرداني زبان ڪانه رهي آهي. پر سموري ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان تجزياتي بڻجي چڪي آهي. جنهن عمل سان يورپي زبانن ۾ ڦيرڦار آئي آهي، جيئن لاطيني، اطالوي، فرانسيسي ۽ هسپانوي ۾ تبديل ٿي وئي، انهيءَ عمل سان هندستان ۾ سنسڪرت هندي، بنگاليءَ ۽ مرهٽيءَ ۾ بدلجي وئي.)

مگر انهن ٻن قسمن جي زبانن ۾ تبديلي جي نوعيت ۾ ڪجهه فرق به آهن.

(١) يورپي سيٽ جي زبانن جي متعلق ڪافي تاريخي مواد موجود آهي. جنهن مان اسان سولائيءَ سان لاطينيءَ جو اطالويءَ ۾ تبديل ٿيڻ واري عمل ۽ ارتقا کي ڏسي سگهون ٿا. پر هندستاني سيٽ ۾ اسان ائين ڪونه ٿا ڪري سگهون. سنسڪرت هڪ سري تي آهي، ته جديد زبانون ٻئي سري تي ۽ وچيون حصو ڪجهه اونداهيءَ ۾ آهي، جنهن تي ايجا تائين ڪابه روشني ڪانه پئي آهي. ان ڪري اسان کي گرداني شڪلين جي ابتدا جي متعلق شڪ ۾ پئجي ٿا وڃون.

(١). سنسڪرت: gam وڃڻ to go, Jaganna, Ji= فتح ڪرڻ Jigdya

(٢) رومانوي زبان ۾ گهڻا اهڙا لفظ ملن ٿا، جن کي اسان لاطيني ماخذ تائين پهچائي نہ ٿا سگهون، ڇو تہ اهي يا تہ ٽيوٽائي خاندان مان آيا آهن، يا ڪنهن ٻيءَ زبان مان. اهڙي طرح موجوده هندستاني زبانن ۾ گهڻا لفظ ملن ٿا، جي سنسڪرت جا نہ آهن ۽ اهو بہ پڌائي ڪونہ ٿا سگهون تہ ڪٿان آيا. هن سلسلي ۾ قابل يقين دعويٰ هيءَ پيش ڪئي ويجي ٿي تہ اهي لفظ انهن ماڻهن جي زبان جا آهن، جيڪي هتي قديم زماني کان آباد هئا ۽ جن کي آريہ حملہ آورن پيچائي ڪڍيو.

(٣) رومانوي زبانن جا گردان يا ڦيرا ۽ خاص ڪري فعلن جا گردان يا ڦيرا مڪمل طور تي لاطيني خصوصيتون ظاهر ڪن ٿا. جن کي سمجهڻ کان سواءِ، انهن کي سمجهڻ مشڪل آهي. هندستاني زبانن ۾ انهن جو مت، ١٠٪، عمل ڳولڻ، گهٽو ڪري ناممڪن آهي، انهن فعلن مان سنسڪرت جي فعلن جو پتو لهڻ بہ ممڪن ڪونهي.)

تجزياتي زبانن ۾بہ ڪي اهڙيون خاصيتون هونديون آهن، جيڪي گرداني زبانن ۾ ملن ٿيون. خاص فرق هيءُ آهي تہ پوئينءَ جون گهٽيون شڪلون پنهنجيءَ پرپور حالت ۾ موجود ڪونهن. انهن جي جڳھ حرف جر (جيڪي اسم کان اڳ يا پوءِ استعمال ٿي سگهن ٿا.) پري ڇڏي آهي، يا وري متصل لفظن، جن کي اصطلاح ۾ مددي چئبو آهي.

اسم مان عدد تثنيہ تہ بلڪل غائب ٿي چڪو آهي ۽ واحد ۽ جمع ۾ حالتن جو تعداد اچار مان ڪنهن آخري رڪن جي مخفف ٿيڻ يا ڪري پوڻ ڪري گهٽجي ويو آهي ان ڪري معنيٰ جي ڦيري کي حرف جر ظاهر ڪندا آهن، جن مان ڪي هڪ شڪل ۾ تہ ڪيءَ ٻيءَ شڪل ۾ استعمال ٿيندا آهن. يا ان کي اصطلاحي طور تي هيئن چئي سگهجي ٿو، تہ اهي ڪڏهن هڪ حالت کي پنهنجي ماتحت

آٿيندا آهن، تہ ڪڏهن ڪنهن ٻيءَ ڪي.

ڪن زبانن ۾ جيئن انگريزي فرانسيسي ۽ هندستاني ۾ انهن حالتن کي ظاهر ڪرڻ وارا آخري رڪن بلڪل ئي غائب ٿي ويا آهن، ۽ ڪن زبانن جهڙوڪ جرمن، بنگالي ۽ جديد يونانيءَ ۾ پوءِ ڪٿي ٿوري تعداد ۾ ئي سهي، پر موجود آهن.

اهڙيءَ طرح فعلن جي گهٽتن زمانن مان انهن جو گهڻو تعداد بہ غائب ٿي ويو آهي ۽ پنهنجي مفهوم جي تغير کي مددي فعل جهڙوڪ To be 'هجڻ' ۽ To have 'هئڻ' وغيره لڳائي ظاهر ڪيو ويندو آهي. هر فعل جي زمانن ۾ شخصي ضميرن جا فرق اهڙيءَ طرح گم ٿي ويا آهن، جو عام طور مفهوم کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ضمير جي ڪا اڳياڙي ضرور لڳائڻي پوندي آهي. ضمير حاضر جو صيغو ٻين ضميرن جي مقابلي ۾ پنهنجي امتيازي حيثيت زياده برقرار رکندو آهي.

پراڻين شڪلين کي ترڪ ڪرڻ جو مقدار گهڻو مختلف آهي. ڪي زبانون اهڙيون آهن جو اسم جي لحاظ سان تہ تجزياتي آهن، پر فعلن جي لحاظ سان گرداني آهن، جيئن جديد فارسي، جنهن ۾ اسمن جو گردان اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون هٽي ظاهر ڪيو ويندو آهي ۽ فعلن ۾ گهڻي حد تائين ان جون پهريون شڪليون باقي آهن. مثال طور:(۱)

رَوَم رويم
رَوي رويد
رَوَد رَوَند

انهن جي پيٽ هن ضميري اڳياڙين سان ڪري سگهجي ٿي "اهو"، امس، امت، امامس، اماتس يا امانت يا وري تپتو، تپتي، تپتيس، تپتومن، تپتيت ۽ تپتوسي

يا آرميني جو مقابلو سنسڪرت ۽ ڪن توراني زبانن جي ضميري پڇاڙين ۽ اڳياڙين سان ٿي سگهي ٿو.

جديد اعليٰ جرمني زبان ۾ انجون شڪليون ٻنهي حالتن ۾ يعني اسم ذات ۽ اسم صفات جي حيثيت سان موجود آهن. ان جي برعڪس ان جا فعل گهٽو ڪري سيئي امدادي اضافن سان معنيٰ ڏيندا آهن.

انگريزيءَ ۾ اسمن جي حالت ظاهر ڪرڻ واريون شڪليون غائب ٿي ويون آهن. (پر جيستائين اسان اضافي حالت ظاهر ڪرڻ واري S جهڙيءَ طرح Man's hand ڪي هڪ حالت ظاهر ڪرڻ واري آخري رڪن جي نشاني قرار نه ڏيون) ان پنهنجا سڀ زمان ويجائي ڇڏيا آهن سواءِ ٻن جي سي آهن: Love ۽ Loved. ان مان جمع جا ضميري رڪن به ختم ٿي ويا آهن ۽ واحد مان به اهي ختم ٿي رهيا آهن. جهڙيءَ طرح Thou Lovest ۽ He loveth جي جاءِ تي You love ۽ He loves اچي ويو آهي.

هندستاني مان سنسڪرت جا اسمي گردان يا ڦيرا غائب ٿي ويا آهن ۽ انهن جو گردانِ اڳياڙين ۽ پڇاڙين جي مدد سان ڪيو ويجي ٿو. جمع جي لاءِ مقرر خاص شڪل تڪڙي متروڪ ٿيندي پئي ويجي. جيئن "بات" جو جمع 'باتين' يا 'باتون' ملڪ جي ڪن خاص حصن تائين محدود آهي. فعل جون شڪليون البت باقي آهن. پر تمام بگڙيل، جن جي سڃاڻ ئي ڪونه ٿي سگهي ٿي. (ايتري حد تائين، جو سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا هنديءَ جا فعل سنسڪرت مان گردان يا ڦيرا ٿيل آهن؟) (ضمير کي ظاهر ڪرڻ واريون پڇاڙيون رڳو امر ۽ مستقبل جي صيغي ۾ رهجي ويون آهن. سنڌي، مرهٽي، پنجابي، گجراتي ۽ بنگاليءَ ۾ به فعل بنائڻ جا طريقا هنديءَ سان ملن جلن ٿا.)

هتي سامي خاندان جي زبانن جي ساخت جو مختصر ذڪر ڪرڻ به ضروري آهي، ڇو ته تقابلي جائزي سان ئي آريائي خاندان جي زبانن

جون خصوصيتون ظاهر ٿي سگھنديون، پھرين ۽ نمايان خصوصيت ھيءَ آھي تہ سامي زبان ۾ سڀ لفظ ھڪ ٽہ اکري ڌاتوءَ مان ڌاڍي واضح نموني سان مشتق ٿيل آھن، جن کي آساني سان تلاش ڪري سگھجي ٿو. ھيءُ ٽہ اکري ڌاتو سامي زبان جو سڀ کان زياده ھمہ گير ۽ ان کي برقرار رکڻ وارو عنصر آھي.

چاھي ھيءُ ڌاتو ٽن پدن جو ھجي، جھڙي ريت عربيءَ ۽ ايٿوپيائي ٻوليءَ ۾ آھي، يا ٻن پدن وارو ھجي، جھڙي ريت عبرانيءَ ۾، يا ھڪ جو ھجي، جيئن سريانيءَ ۾. پر ھيءُ ھميشہ ٽن اکرن تي ٻڌل ھوندو آھي. ھي ٽي اکر پنھنجي اصلي شڪل ۾ ضمير واحد غائب جو پتو زمان ماضيءَ ۾ ڏيندا آھن. 'ق ت ل'. (ھن قتل ڪيو). 'رَ ڪَ ب'. (ھو سوار ٿيو) ڪ ت ب (ھن لکيو) ھن ٽِ اکري ڌاتوءَ ۾ ٽنھي مقرر حروفِ صحيح جي وچ ۾ حروف علت کي گھٽائڻ وڌائڻ ڳنڍڻ يا حذف ڪرڻ يا اڳياڙين ۽ پڇاڙين جي حيثيت ۾ پدن جو اضافو ڪرڻ سان اصل خيال جون سموريون ممڪن شڪليون وجود ۾ اچي وڃن ٿيون. يعني مختلف معنيٰ پيدا ٿي وڃي ٿي.

ڌاتوءَ جا ٽئي صحيح حرف ڪنھن بہ حالت ۾ پنھنجيون مقرر جڳھون ڪونہ مٽائن ٿا. وچ ۾ حرف علت ۽ حرف صحيح وڌائي ۽ گھٽائي سگھجن ٿا، ڳنڍي ۽ حذف بہ ڪري سگھجن ٿا. پر انھن ٽنھي حرفن جي اصلي جڳھ ۾ ڪابہ ڦيرڦار نہ ٿي اچي.

حرف علت جي نمائندگي ڪندڙ ٽي حرف اَ، اِ ۽ اُ (زبر، زير ۽ پيش) يا سندن جھڙن حرف صحيح جي آوازن ۾ صوتي نوعيت جي تبديلي اچي ٿي باقي اھي فعل جا ڌاتو جن ۾ انھن حرفن مان ڪوبہ حرف موجود ھجي انھن لاءِ چئي نٿو سگھجي تہ اھي نٿا بدلجن.

اسم ۾ حالت جي اظھار جي رڳو ھڪ اڻ چٽي ڪيفيت ھوندي آھي ۽ اھا بہ رڳو ٽن حالتن جي. حالت جي اظھار لاءِ ڪا پڇاڙي

ڪانہ هوندي آهي. اسم جو رڳو آخري حرف علت بدلجي ٿو. فاعلي حالت جي لاءِ 'پيش' پوئين مفعول يا مفعول ثانيءَ واري حالت لاءِ 'زير' ۽ مفعولي حالت لاءِ 'زبر' استعمال ڪندا آهن. عبراني ۽ سرياني جون اهي پڇاڙيون يا آخري رڪن بلڪل غائب ٿي ويا آهن ۽ جديد عربي ۾ تہ انهن جو استعمال ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو آهي. حالتن جي ڦيرڦار عام طور تي اڳياڙين سان ظاهر ڪئي ويندي آهي. ٽي عدد واحد تثنيہ جمع، ۽ ٻہ جنسون مذڪر ۽ مؤنث هونديون آهن.

فعل جا رڳو ٻہ زمان هوندا آهن ۽ وقت جي حوالي ۾ انهن جي استعمال ۾ گهڻو مونجهارو آهي. عبرانيءَ جو ماضي مطلق هڪ اڳياڙي ڏئي مستقبل ۾ بدلايو ويندو آهي ۽ ان پڇاڙيءَ سان مستقبل ماضيءَ مطلق ۾ بدلجي ويندو آهي. ڪڏهن وري ٻئي زمان حال جي واسطي استعمال ٿيندا آهن. حال جي لاءِ ڪابہ شڪل ڪانہ آهي. نہ شڪي جي لاءِ، نہ شرطيہ جي لاءِ ۽ نہ وري تمنا ئي لاءِ ۽ نہ ڪنهن عمل جي مشروط حالت جي لاءِ. زماني جي هر صيغي جي لاءِ مذڪر ۽ مؤنث جي لحاظ سان مختلف شڪليون آهن ۽ اها ئي حالت زمان جي سيني شڪلين ۾ رهندي آهي. (۵) مثال طور مذڪر لاءِ "هُن ڳالهايو" ۽ مونث لاءِ "هن ڳالهايو" پر ضمير متڪلم سان ائين ناهي ٿيندو، ڇو تہ اتي ڳالهائڻ واري جي موجودگي هن فرق کي بي سود بنائي ڇڏي ٿي.

فعل جون ضميري پڇاڙيون خود ضمير ئي هوندا آهن، جيڪي ڪنهن حد تائين ميٽجي ويا آهن، پر ايتري قدر نہ جيترو آريائي زبانن ۾. هڪ خاصيت البت اها آهي تہ ماضي مطلق ۾ هي شخصي ضمير جون پڇاڙيون بنياد ۾ لڳائبيون آهن ۽ مستقبل ۾ اڳياڙين جي حيثيت سان.

متصل ۽ منفصل جي حيثيت سان ضميرن جون ٻہ شڪليون

هونديون آهن. ضمير متصل اسم ۽ فعل پنهي کي ڳنڍيو ويندو آهي ۽ منفصل جي مخفف يا تبديل ٿيل شڪل ٿيندي آهي، جتي ڪنهن عمل جو مفعول ضمير هوندو آهي، آريائي زبانن ۾ ان کي اسم سمجهيو ويندو آهي ۽ جملي ۾ ان کي پنهنجي جاءِ ۽ مناسب حالت ۾ رکيو ويندو آهي. ان جي برعڪس سامي زبان ۾ اهڙي ضمير کي جيڪو مفعول جي حيثيت رکندو آهي، تنهن کي فعل ۾ ڳنڍيو ويندو آهي، جنهن جو هو مفعول هوندو آهي. مثال طور: عبرانيءَ ۾ قَتَلِتُني (تو مون کي ماري ڇڏيو آهي).

قَتلتَ (تو ماري ڇڏيو آهي)، ۽ ني (جيڪو اني جو مُخفف آهي، جنهنجي معنيٰ آهي مون کي) جي برابر آهي.

اهڙيءَ طرح اسمن ۾ جتي آريائي زبانن ۾ ضمير اضافي استعمال ٿيڻ گهرجي اتي سامي زبان ۾ ضمير متصل استعمال ڪندا آهن، مثال طور ڪتابي (منهنجو ڪتاب). ڪتاب ۽ ي (اني معنيٰ 'مان' جنهنجي هتي معنيٰ آهي، 'منهنجو') جو مجموعو آهي، هن قسم جون سڀ زبانون گرداني مرحلي ۾ آهن، جديد عربي ڪنهن حد تائين تجزياتي زبان بنجڻ ڏانهن مائل آهي.

توراني زبان جا مثال گذريل باب ۾ گهٽي قدر ڏنا ويا آهن، ان کان سواءِ اهي ايترو پري پري پکڙيل آهن، جو عام طور تي انهن جي ايتري گهٽ واقفيت آهي، جو ٿورن لفظن ۾ ان جون خصوصيتون بيان ڪرڻ جيڪڏهن ناممڪن نہ، تہ مشڪل ضرور آهي. بهرحال هيٺين ڳالهين تي نگاهہ رکي سگهجي ٿي.

(١) اچاري لهجي يا ڍنگ جو هڪ نهايت ئي نازڪ ۽ پيچيدو طريقو، جيڪو مقدار ۽ درجي ۾ چيني لهجي جي پيچيده طريقي کان وٺي مگياري (هنگري جي هڪ زبان) جي حروف علت جي ترتيب ڏيڻ جي نهايت سادن طريقن تي مشتمل آهي.

(۲) اسمن جون حالتون ۽ فعلن جا زماني صيغا هڪ غير تغير پذير هڪ پدي ڏاتوءَ ۾ تبديلي پيدا ڪرڻ وارا پد ڳنڍي بنايا ويندا آهن. پوءِ چاهي اهي ڏاتو مڪمل الفاظ هجن، جيڪي الڳ حيثيت سان استعمال ڪري سگهجن، يا اهڙا لفظ جن پنهنجو الڳ وجود ختم ڪري ڇڏيو هجي. پهرئين قسم جا الفاظ زبان جي نحوي مرحلي ۽ پويان وري ڳانڍاپي واري مرحلي جا الفاظ آهن.

(۳) فعل جي ڏاتوءَ ۾ ڪنهن شخصي ضمير جي اظهار جي واسطي ڪنهن ترميم جي عدم موجودگي به ان جي خصوصيت آهي. اهڙيءَ طرح اسم جي ڏاتوءَ ۾ حالت جي اظهار جي لاءِ ڪا به تبديلي ڪانه ٿي ٿئي.

(۴) متين چاٽايل سبن جي ڪري زبانن جي ساخت هڪ پدي ٿيڻ جو رجحان پيدا ٿئي ٿو، جنهن جو نتيجو اهو نڪري ٿو ته مرڪب حرف صحيح غيرموجود ٿي ويندا آهن. عام قاعدو هي آهي ته هر هڪ حرف صحيح سان پنهنجو حرف علت هجڻ گهرجي. اهڙا لفظ جهڙيءَ ريت سنسڪرت جو 'سمرتي' يا انگريزيءَ جو Strength توراني زبانون ڳالهائيندڙن جي اچارن ۾ اچي ڪونه سگهندا. هي خيال هن خاندان جي اترين زبانن جي مقابلي ۾ دکني زبانن جي لاءِ وڌيڪ صحيح آهي.

ڪن توراني زبانن ۾ ضمير متصل ڏنو وڃي ٿو، جيڪو گهٽين حيثيتن سان سامي زبانن سان مشابهت رکي ٿو. اهي هن خاندان جي اترين زبانن ۾ زياده ترقي يافته شڪل ۾ ملن ٿا. هماليائي زبانن يا دروازڙي زبانن ۾ اگرچه هي بلڪل غائب نه ٿيا آهن، پر ڏسڻ ۾ گهٽ اچن ٿا.

# لهجا

هندستان ۾ گھٽيون ئي زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون. پر ان ڳڻپ ۾ انهن گهٽين انساني ٻولين جي فهرست شامل نہ آهي، جيڪي هن ملڪ ۾ ڳالهيون وڃن ٿيون. ڪنهن بہ علائقي ۾ ڪابہ زبان بلڪل هڪ ئي شڪل ۾ نہ ٿي ڳالهائي وڃي. درحقيقت دنيا جي ڪابہ زبان، پوءِ ڀلي ڪيتري ننڍي رقبي ۾ ڳالهائبي هجي، پر اها لهجن جي فرق کان خالي ڪانہ هوندي. هن مسئلي تي گهڻا بحث ٿي چڪا آهن تہ زبان ڇا کي چئجي ۽ لهجي جون ڪهڙيون خصوصيتون آهن؟ ڪنهن مخصوص زبان جي مرڪزي معيار کان ڪيترو هٽڻ سان لهجن جو فرق واضح ٿئي ٿو ۽ ڪهڙي نقطي کان اڳتي وڌي وڃڻ سان ڪنهن نئينءَ زبان جي سرحد شروع ٿي وڃي ٿي. درحقيقت هن مسئلي تي ڪڏهن ڪا قطعي راءِ قائم ڪري ڪانہ سگهبي، ڇو تہ هي انهن موضوعن مان آهي، جن جا عام قاعدا مقرر ڪرڻ ناممڪن آهن. جغرافيائي حدبنديون، سياسي ۽ مادي اتفاقات، تعليم، عادتن ۽ مذهب جو زبان تي اثر پوندو آهي.

مٿي ذڪر ڪيل (جغرافيائي محل وقوع) جي مثال طور اسان انگلستان کي وٺي سگهون ٿا. جيئن تہ هي ٻيٽ هر طرف کان سمونڊ سان گهيريل آهي، ان ڪري انگريزي زبان ڪنهن ٻيءَ زبان ۾ غيرمحسوس طريقي سان داخل ڪانہ ٿي ٿئي. اسڪاٽلينڊ، آئرلينڊ ۽ ويلس جون ڪيلٽڪ زبانون واضح حدون رکن ٿيون. هن ڳالهہ جي

ڪنهن ڪي ڪا ڏکيائي ڪونہ ٿي آهي تہ هينئين علائقي جي اسڪاچچي زبان کي انگريزي زبان جو يا ڪيلٽڪ لهجو سڏي. هالينڊ ۽ فلانڊر ۾ گهڻو ڪري اهي لوڪ آباد آهن، جيڪي اسان جي نسلن سان هڪجهڙائي رکن ٿا. پر پنهي جي حد چٽي ۽ پڌري آهي، جيتوڻيڪ فليمش زبان يارڪ شائر جي زبان سان گهڻي مشابهت رکي ٿي پر ڪو بہ ائين نہ ڪندو جو ان کي انگريزي جو ڪو لهجو قرار ڏئي، يا ان کي زبان چوڻ جو حق تسليم نہ ڪري.

سياسي اتفاق جو هڪ مثال هي آهي تہ راجا رنجيت سنگهہ پنجاب ۾ هڪ آزاد ۽ خود مختيار حڪومت قائم ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ ان ملڪ جو لهجو هڪ زبان سمجهڻ ۾ اچڻ لڳو. پر حقيقت اها آهي تہ ان کي پوچپوري يا برج ڀاشا کان وڌيڪ سڏائڻ جو حق نہ آهي. پنجابيءَ جي معاملي ۾ مذهب جو اثر بہ شامل آهي، سک مذهب گرمکي رسم الخط کي هڪ مقدس جڳهہ ڏني، ڇو تہ گرنٿ صاحب (سکن جو مقدس ڪتاب) هن رسم الخط ۾ لکيل آهي. ان ڪري ان زبان کي بہ اهميت ملڻ لڳي، جنهن ۾ هيءُ ڪتاب لکيو ويو.

هماليہ جبل جي خاص بناوت تبت جي گهڻن لهجن کي زبان جي حيثيت ڏئي ڇڏي آهي. مطلب هي آهي تہ جابلو سلسلن جي وچ ۾ نہ ڪي ترايون آهن ۽ نہ وري لڪ، پر تمام ڏکين جهنگلن سان تمتار جابلو لاهيون آهن. پهاڙي سلسلو ايترو متاهون ۽ اوچو آهي، جو بعضي ستن اٺن هزارن فوٽن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻارهن هزارن فوٽن کان بہ وڌيڪ اوچو آهي. هماليہ جبل دنيا جو دشوار گذار جبل چيو وڃي ٿو. ڏکڻ وارن تبتين جا ننڍا ننڍا گروهہ، جيڪي وڏن جهنگلن جي اونداهين ۾ ڍڪيل رهن ٿا ۽ ٻين قبيلن کان جدا ٿي ويا آهن، تن پنهنجي مادري زبان ۾، اهڙيون تبديليون آنديون آهن. جنهنجو اڄ

پتو بہ ڪونہ ٿو پوي، انهن جابلو پاشائن ڪي لهجي جي نالي سان سڏڻ زبان جي معنيٰ ۾ مفهوم ڪان لاعلمي جي برابر ٿيندو.

جهڙيءَ طرح فاصلا لهجن جي حيثيت ڪي بهتر بنائڻ ۾ مدد ڪن ٿا، اهڙيءَ ريت تعليم وڏيڪ لهجن جو بڻجڻ روڪي ٿي. اها قدرتي ڳالهہ آهي تہ جيڪا زبان لکي نہ ٿي وڃي، يعني تحريري نہ آهي، ان جي نج هجڻ جو اهڙو معيار ڪو نہ ٿو مقرر ڪري سگهجي، جنهن سان ان جي مختلف شڪلين ڪي جاچي پرکي ڏسجي. اسان بلڪل ابتدائي دور ڪان ڏسي سگهون ٿا تہ جن قومن وٽ رسم الخط هئا، ۽ انهن جون زبانون لکيون ٿي ويون، تن پنهنجي ٻوليءَ جي هڪجهڙائيءَ ڪي برقرار رکيو آهي.

جيتري قدر اسان کي علم آهي تہ جيڪا سنسڪرت اڄين ۾ لکي ٿي وئي، اها ان ڪان مختلف نہ هئي، جيڪا اجوڏيا ۾ لکي ويندي هئي. فلسطين جا عبراني مقدس صحيفا اسان ڪي لهجن جي فرق جو تمام گهٽ پتو ڏين ٿا. اعتراض طور اهو چئي سگهجي ٿو تہ پراڪرتن(۱) جون مختلف شڪليون سنسڪرت جون همعصر هيون. پر اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ پراڪرت جو استعمال رڳو اڻ پڙهيل ماڻهو ڪندا هئا ۽ سنسڪرت جو استعمال ان جي پيچيدگين جي هوندي بہ فقط پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ڪندا هئا. جيڪڏهن ڊرامن مان ان ڳالهہ جو ثبوت فراهم ڪري سگهجي تہ ان دور ۾ اصل ۾ ڪهڙيون ٻوليون ڳالهايون ٿي ويون، تہ پتو پوندو تہ سنسڪرت ڳالهائڻ وارن جو تعداد بلڪل ٿورو هو. ڊرامن ۾ رڳو پڙهيل ماڻهو، برهمڻ ۽ بادشاهہ سنسڪرت استعمال ڪندا هئا. سنسڪرت ادب جي زوال ڪان پوءِ وچين عهد جي تاريڪ دور ۾ وقت ان هندستان ۾ بہ يورپ وانگر علم

(۱) Ramatarkavagisha: جيڪا فهرست ڏني آهي (جنهن جو حوالو Institution Prakitie ۾ ڏنل آهي) ان جو انگ ۲۲ ڀڏايو آهي. جيئن تہ مون وٽ اهو ڪتاب موجود نہ آهي تنهن ڪري ان ڪتاب جو صفحو ڏيئي نہ ٿو سگهان.

نالي خاطر زنده هو، تڏهن ٻولين ۾ ملاوت شروع ٿي ۽ اها وڌندي رهي، جنهن جي نتيجي ۾ گهڻن ئي لهجن جنم ورتو، جيڪي اڄ هندستان ۾ ملن ٿا.

مختلف لهجن جي هڪ زبان سان تعلق رکڻ جي باري ۾ هڪ ڪسوٽي تيار ڪئي وئي آهي، بلڪ ڪن ماڻهن ته ان کي يقين سان استعمال به ڪيو آهي، اهو آهي هڪ ٻئي کي سمجهڻ. جيڪڏهن هڪ ٻئي کان مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ به ماڻهو پاڻ ۾ ملن ۽ هڪ ٻئي کي سمجهي وڃن، ته سمجهڻ گهرجي ته اهي لهجا ڪنهن هڪ مشترڪ زبان سان تعلق رکن ٿا ۽ جيڪڏهن نه سمجهي سگهن، ته اهي به جدا زبانون آهن. هن اصول جو هڪ ڪمزور پهلو آهي جنهن جي ڪري اهو اعتبار جوڳو نه ٿو رهي. انساني ذهن هڪ تغير پذير شيءِ آهي، جيڪڏهن ڪو لنڊن جو رهاڪو ڪجهه ڇوي ته همپشائر جو هڪ نوجوان هاري وات ڏري ٻيهي رهندو ۽ هڪ اکر به ڪونه سمجهندو. ان جي برعڪس هڪ پڙهيو لکيو ماڻهو ٿوري غور ۽ فڪر کان پوءِ همپشائر جي ماڻهوءَ جي چيل ڳالهه سمجهي وٺندو.

ڳالهه صرف ايتري ناهي بلڪ ڪڏهن ڪڏهن ته ڪن ٻن زبانن ۾ لفظن جو وڏو تعداد مشترڪ هوندو آهي، پر انهن جي گرامر مطابق ساخت بلڪل مختلف هوندي آهي. هيءَ ڳالهه هندي ۽ بنگاليءَ لاءِ صحيح آهي. ٻنهي ۾ سنسڪرت مان ورتل لفظن جو تعداد تمام گهڻو آهي ۽ هر حيثيت ۾ يڪسان آهي. پوءِ به ٻنهي جي گرامر جا نظام هڪ ٻئي کان گهڻو مختلف آهن. انجو نتيجو اهو نڪتو آهي، ته هر ٻنهي زبانن جا ڳالهائيندڙ هڪ ٻئي کي ڪونه سمجهي سگهندا آهن.

هڪ ٻي صورت اها آهي، ته گرامر جي قاعدن جي صورت هڪ جهڙي هوندي آهي، پر گهڻو ڪري الفاظ مختلف هوندا آهن، هيءَ شڪل هنديءَ پنجابيءَ ۾ آهي. پنجابيءَ ۾ اهي لفظ آهن، جيڪي

هنديءَ ۾ آهن. پر پنجابيءَ ۾ گهڻا الفاظ آهن، جيڪي سنسڪرت مان ورتا ويا آهن ۽ اهي اڄ به موجود آهن پر هندي مان خارج ٿي چڪا آهن. اهڙيءَ طرح ڪي سنڪسرت جا لفظ هنديءَ ۾ آهن، پر اهي پنجابيءَ ۾ ناهن. ان کان سواءِ پنجابيءَ جا پنهنجا ايترا ته مقامي لفظ ۽ اصطلاح گڏجي ويا آهن، جو ان جو لفظن جو ذخيرو هندي لفظن کان بلڪل مختلف ٿي ويو آهي. تنهن ڪري انهن ۾ به ماڻهو هڪ ٻئي کي ڪونه سمجهي سگهندا آهن.

اهڙا به ڪيترا ئي مثال ڏنا ويا آهن، جو ٻوليءَ جون ٻه شڪليون هڪ جهڙيون يا قريب قريب هڪ جهڙيون ۽ سندن لفظن ۾ به هڪجهڙائي هجي. گردان به ساڳيا هجن، پر انهن جي اچارَن ۾ ايتري قدر فرق ڏنو ويجي ٿو، جو اهي پڌرڻ ۾ ٻه جدا جدا زبانون پيون لڳنديون. سرياني ۽ ڪلداني، هيٺاهين علائقي جي اسڪاچي يا انگريزي ان جا زنده مثال آهن.

مٿين تنهي شڪلين ۾ اسان هي ڏٺو ته ڪنهن نه ڪنهن حيثيت ۾ ٻه ملندڙ جلندڙ زبانون هڪ ٻئي جي واسطي قابل فهم نه آهن، تنهن هوندي به بنگالي، هندي کان مختلف زبان آهي، پنجابي کي هڪ لهجو ڪري شمار ڪيو ويجي ٿو، سرياني کي هميشه ڪلدانيءَ جو هڪ لهجو شمار ڪيو ويجي ٿو ۽ هيٺاهين علائقي جي اسڪاچي کي انگريزيءَ جو هڪ لهجو سمجهيو ويجي ٿو.

جتي نظريه ۽ عمل ۾ ايتري قدر بي يقيني موجود هجي، اتي هن جهڳڙي کي علم اللسان جو هڪ عام سوال قرار ڏئي، هن وقت نظر انداز ڪرڻ بهتر ٿيندو ۽ هر زبان جي مختلف شڪلين کي پرکڻو پوندو.

پهرين پوءِ اهو لفظن جي لحاظ کان يا گرامر جي نقطهءَ نگاه کان پرکڻو پوي. بهرحال جنهن وقت هندستان جي زبانن تي غور ڪيو

وجي، ان وقت ائين ڪرڻ ضروري آهي ته ماتحت ٻولين کي مستند زبانن مان اهڙي زبان سان ڳنڍي ڇڏڻ گهرجي، جنهن سان اهي سڀ کان وڌيڪ ملندڙ جلندڙ هجن. جڏهن هندستان جي سڀني زبانن جي تحقيقات ٿي ويندي، ان وقت هي معلوم ڪرڻ آسان ٿي پوندو ته ٻوليءَ جي ڪهڙي شڪل آزاد زبان جي حيثيت رکي ٿي يا ڪنهن زبان جي رڳو بدليل شڪل آهي. پر جيئن اڳي چيو ويو آهي ته موجوده معلومات جي پيروسي تي ڪو مقرر اصول پيش ڪري نه ٿو سگهجي.

هن ڪتاب جي پهرئين باب ۾، زبانن ۽ لهجن کي عام طور تي تسليم شده اصول سان تقسيم ڪيو اٿم. پر مون ضروري سمجهيو ته مٿين خيالن جو به اظهار ڪريان ۽ ڪجهه خيال هيٺين سٽن ۾ پيش ڪريان ٿو، ته جيئن ڪا غلط فهمي پيدا نه ٿئي.

آريائي خاندان جي زبانن جو هڪ ئي سرچشمو سنسڪرت هئڻ سبب اهو ضروري ناهي ته ان حد جو پتو ڪيو وڃي، جيڪو لهجن کي زبانن کان الڳ ڪري ٿو. آساني هن ۾ معلوم ٿئي ٿي، ته ڀوڄپوريءَ کي هنديءَ جو هڪ لهجو سڏجي ۽ بنگالي کي هڪ الڳ زبان سڏڻ گهرجي. ڇو ته جيڪڏهن ڀوڄپوري گرامر جي قاعدن جي اعتبار کان هنديءَ کان ايتري مختلف آهي، جيتري قدر بنگالي، پر ان هوندي به ملڪ جي جيتري حصي ۾ اها ڳالهائي وڃي ٿي، اها فقط ڀهراڙي جي هاري ماڻهن تائين محدود آهي ۽ جيڪو شخص ٿوري گهڻي تعليم حاصل ڪري ٿو، اهو ان کي ڇڏي اردو ڳالهائڻ شروع ڪري ڏئي ٿو.

حقيقت هيءَ آهي ته بهار جي ڪنهن شخص جي سماجي حيثيت ۽ وڏ ماڻهپائي جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائيندا آهن، ته هن جي ٻوليءَ ۾ ڳوناڻي ٻوليءَ جو ڪهڙو عنصر ڪيتري قدر موجود

آهي. پر دليل جو هيءُ طريقو ٻين شڪلين جي لاءِ صحيح نه آهي. مثال طور مگاري جيڪي نيپال جي جبلن ۾ آباد آهن، سي پنهنجي مختصر ۽ محدود زبان تي شرم محسوس ڪن ٿا. اهو ويڙهاڪ جابلو ماڻهن جو نسل آهي، جيڪي مال چاريندڙ آهن. هاڻ گهڻو ڪري اهي جنگ بهادر جي فوج ۾ شامل ٿي ويا آهن. اتي اهي "خاص" يا درباري نيپالي ڳالهائڻ سکي ويا آهن، جيڪو هڪ آريائي لهجو آهي. اهي پنهنجي تبتي زبان رڳو پاڻ ۾ ڳالهائيندا آهن. اهڙيءَ طرح اسان جي سامهون اهو هڪ مثال ڀوڄپوري سان ملندڙ موجود آهي. ماگارين جا پڙهيا لکيا ۽ مٿئين طبقي جا ماڻهو، آهستي آهستي پنهنجي زبان ڇڏي، نيپالي اختيار ڪندا پيا وڃن. پر اهو چوڻ غلط ٿيندو، ته ماگاري نيپاليءَ جو ڪو لهجو آهي.

جيڪي خيالات غير مربوط نموني ۾ ظاهر ڪيا ويا آهن، تن جو مقصد اهو آهي ته جڏهن اسان هندستان جي سرحد تي ڳالهايل لاتعداد قسم جي ٻولين تي غور ڪريون ته اهو ضروري ٿيندو ته انهن کي باقاعده تقسيم ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ڪو اصول هجي. مثال طور ڇا اڪي، ڊوفلا، ابور، ميري ۽ مشمي الڳ الڳ زبانون آهن؟ يا مٿئين خيال کي مدِنظر رکندي انهن کي هڪ يا هڪ کان زياده قسمن هيٺ آڻي سگهجي ٿو؟ جيڪڏهن اهو ٿي سگهي ٿو ته پوءِ علمي ۽ عملي ٻنهي حيثيتن سان اها فائدي واري ڳالهه ٿيندي. علمي حيثيت سان ان ڪري ته ڪنهن هڪ قسم جي زبان جو وجود گهڻن لهجن ۾ تقسيم ڪرڻ سان اسان کي بجاءِ گهڻين جي هڪ مستقل حيقيقت جو پتو لڳائڻو پوندو ۽ جيڪڏهن اهو ثابت ٿي وڃي ته اهي ساڳي زبان جا لهجا هئڻ سبب هڪ ٻئي سان تعلق رکن ٿا ۽ مختلف زبانون ڪونه آهن، ته پوءِ انهن جون خصوصيتون هڪ ٻئي تي گهڻي ۽ واضح روشني وجهنديون. اهڙيءَ طرح پوري مسئلي تي اسان جي گرفت

مضبوط ٿي ويندي ۽ انهن کي زبانن جي عام خاندان ۾ ٺيڪ جڳهه تي رکڻ ۾ آساني ٿي ويندي. عملي طور ٻي هي فائدو ٿيندو، ته هڪ زبان سکڻ، ٻيهن زبانن سکڻ کان قدري آسان آهي.

ساڳئي وقت ان ڳالهه جو احساس رکي مطالعو ڪرڻ، ته هڪ ٻولي جا اڄي روپ اصل ۾ ان جا لهجا آهن، سو اسان لاءِ مفيد ٿيندو. علمي مسئلن جي مناسب تحقيق جي واسطي هن کان زياده خطرناڪ ڪا به چيز ڪانه آهي، ته پهريون ئي ٺهيل ٺڪيل اصول مقرر ٿين ۽ هر چيز انهن جي روشنيءَ ۾ ڏٺي وڃي. مان ارادي سان واقعات کي پيچي پروڙي ڪنهن نظريي تي آڻڻ کي برو سمجهان ٿو. جو ته اها بي ايماني آهي تنهن ڪري ان کان بچڻ گهرجي. پر ڳالهه کي ايترو زور ڏيڻ بغير به اسان ڏسي سگهون ٿا، ته گهڻا ماڻهو انهن واقعن کي فورا قبول ڪرڻ جو جذبو رکن ٿا، جيڪي سندن پهرئين ٺاهيل نظرين جي تائيد ڪن پوءِ هو ان جي ابتڙ ڪنهن نظريي جي مخالفت ڪندا آهن. ڪو ماڻهو جڏهن ڪنهن نئينءَ زبان يا نئين علم جو مطالعو ڪري ٿو، ته ان جي ذهن کي جانب داري کان بلڪل پاڪ رهڻ گهرجي. جيڪڏهن ائين نه ٿي سگهي ته گهٽ ۾ گهٽ هر وقت پنهنجي خيالن جو محاسبو ڪرڻ گهرجي. واقعات کي اهڙيءَ ريت يقين سان ڏسڻ گهرجي، جو ان ۾ ڪنهن شڪ جي گنجائش نه ڪرڻ گهرجي ۽ حقيقتن کي صبر سان پرکڻ ۽ قلم بند ڪرڻ گهرجي. جڏهن تحقيقات مڪمل ٿي وڃي، يا گهٽ ۾ گهٽ ان نقطي تي پهچي وڃي، جتي طالب علم جون حالتون کيس اجازت ڏين، ته ان وقت انهن واقعن يا معلومات جي اثرن، يا جيڪي نتيجا اخذ ڪيا ويا، يا ڪيا وڃڻ وارا هجن، انهن کي حاصل ڪرڻ جي ڏس ۾ وک وڌائڻ گهرجي.

آخر ۾ مان انهن خاص ڳالهين کي وري پيهر پيش ڪرڻ

چاهيان ٿو، جن کي لهجن جي مطالعي جي سلسلي ۾ ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي.

(١) هڪ ٻوليءَ جي ٻولي سمجهڻ ڪا يقيني ڪسوٽي نه آهي، ڇو ته ان جو دارومدار ماڻهن جي سمجهه تي آهي، جهنگلي يا ٻهراڙي وارا جَنهن کي ذڪيو سمجهندا، پڙهيا لکيا ان کي معمولي ڪري ڄاڻندا.

(٢) ڪنهن جڳهه جي ماڻهن تي جيڪي اثر ٿيندا رهندا آهن، انهن کي آڏو رکي هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي اصول کي ايتري حد تائين ڪم ۾ آڻي سگهجي، جو جيڪڏهن ٻن شڪلين ۾ ڳالهائيون ويندڙ ٻه ٻوليون هڪ ٻئي جي لاءِ اوپريون آهن، ته به اهي ايتريون ويجهيون آهن جو ٻولين جو هڪ طالب علم، جيڪو انهن مان هڪ ٻوليءَ جو ماهر هجي، اهو چڱيءَ طرح ٻيءَ ٻوليءَ کي به سمجهي سگهي، پوءِ ڀلي ان ملڪ جا ٻه باشندا سمجهي نه سگهندا هجن.

(٣) اهي اثر آهن، جاگرافيائي بيهڪ، تهذيب، سياسي ۽ مادي اتفاقات مذهب، اچارن جو فرق ۽ تعليم.

(۴) جيڪڏهن ڪو اڻ پڙهيو ماڻهو ڪنهن لفظ جو اچار غلط ڪري ۽ پڙهيل لکيل ماڻهو اهو اچار چڱيءَ طرح ڪري سگهي، ته ان کي لهجي جي خصوصيت تصور ڪرڻ نه گهرجي. جيئن اڪثر ڪيو ويندو آهي.

(٥) اهڙي صورتحال ۾ جڏهن ڪنهن ٻوليءَ کي تمام ٿورا ماڻهو ڳالهائيندا هجن، ان کي هڪ مستقل زبان جي خلاف دليل طور پيش ڪري نٿو سگهجي. ٿي سگهي ٿو ته جيڪو قبيلو ان کي ڳالهائيندو هجي، سو ڪڏهن وڏو رهيو هجي. جنگ يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري هيٺئين ننڍو ٿي ويو هجي. اهو به ٿي سگهي

ٿـو تہ ڪنهن مذهب، ڪنهن قبيلي جي زبان کي وڌڻ ويجهڻ کان
روڪي ڇڏيو هجي، جيئن عبرانيءَ، يا وري ٿين شڪل بہ ٿي
سگهي ٿي، جيئن باسڪ، ان جي جاءِ تي نسل انساني جا ٻيا
خاندان اچي آباد ٿيا آهن.

(٦) هيءَ خيال غلط آهي تہ ٻهراڙيءَ جا لهجا ڪنهن زبان جا زوال
پذير يا بگڙيل نمونا آهن.

انهن زبانن ۾ جن کان اسان بخوبي واقف آهيون، هيءَ ڳالهہ عام
طور تي ڏٺي وئي آهي تہ شروع کان ئي ڪيترا لهجا هڪ ٻئي کان
مختلف ملن ٿا. اتفاق سان انهن مان هڪ کي ورتو ويجي ٿو، ان کي
وڌڻ ويجهڻ جو موقعو ڏنو ويچي ٿو، تہ ان جو ادب پيدا ٿي ويجي ٿو.
ٻين ذريعن کان بہ ان جو دامن وسيع ٿئي ٿو، جڏهن تہ باقي ٻيا لهجا
گمناميءَ واري حالت ۾ رهن ٿا. پر ان حالت ۾ اهي گهٽ هجڻ جي
بجاءِ اڪثر انهن ۾ لفظن جي شڪل باقي رهجي ويجي ٿي، جڏهن تہ
ترقي يافتہ زبان مان اهي الفاظ گم ٿي وڃن ٿا.

مثال طور انگلستان ۾ لنڊن کي اتفاقي طور دارالسلطنت بنايو
ويو، ان جو نتيجو اهو ٿيو جو ڏکڻ جي زبان کي ايتري اهميت ڏني
وئي، جو اها ڪلاسيڪي زبان جو بنياد بڻجي وئي. ان جي برعڪس
اتر جي انگريزي، جيڪا ڪنهن زماني ۾ نہ رڳو ڳالهائڻ ٻولهائڻ
بلڪ ادب ۾ انجي حريف رهي چڪي هئي، سا هاڻي گهٽو ڪري
مڪمل گمناميءَ جو شڪار ٿي وئي آهي.

اهڙيءَ طرح انجيل مقدس جي ان ترجمي جي لهجي کي
ڪلاسيڪي ۽ ادبي طرز نگارش جو بنياد بنايو ويو، جيڪو مارٽن
ليوٿر جرمني جي سيڪسني لهجي ۾ ڪيو هو. اهڙيءَ ريت فاتحن
جي دهليءَ کي دارالسلطنت بڻائڻ سبب ئي موجوده هندستاني کي
هاڻوڪي شڪل ملي، جيڪا اسان اڃ ڏسون ٿا. هي دهليءَ ۾ ان جي

پسگردائي جو هندي لهجو آهي، جنهن کي اچو اجرو ڪري نرم ۽ لطيف بنائي عربي ۽ فارسي جي لفظن سان وسعت ڏئي هيءَ شڪل بنائي وئي. جيڪڏهن مسلمان پنهنجو دارالحڪومت پٽنا کي بنائن ها، ته گمان غالب آهي ته ڀوڄپوري لهجي تي هندستاني جو بنياد رکيو وڃي ها.

مٿين خيالن مان هي ڳالهه چڱيءَ پر چٽي ٿي پوي ٿي، ته لهجن جي باري ۾ گهٽيون ڳالهيون چوڻ ۽ مطالعي ڪرڻ جي لائق آهن. هن مختصر خاڪن کي خاص طور سان آڏو رکي هن ڳالهه ڏانهن اشارو ڪري سگهجي ٿو، ته جديد هندستاني جي لفظن جا سرچشما ۽ گرامر جي قاعدن جا بنياد ڳولي هٿ ڪرڻ لاءِ، هنديءَ جي مختلف لهجن جو مطالعو ڪرڻ مان مدد ملي سگهي ٿي، جن ۾ قديم توڙي ڦريل شڪلين ۾ اهي موجود ملندا. مثال طور جهڙي حالت ۾ سنسڪرت جو لفظ Bhu 'ڀو' 'هجڻ' (هونا) hona ۾ تبديل ٿي ويو. جيڪو هن وقت هڪدم سمجهڻ ۾ اچي ٿو، ڇو ته جڏهن اسان اهو ڏسون ٿا ته ڀوڄپوريءَ ۾ Bhu 'ڀو' ۽ Bhya، ڀيا وغيره اڄ به استعمال ٿين ٿا.

ان ڪري اهي ماڻهو جيڪي انهن علائقن ۾ رهن ٿا، جتي اهي زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، جن تي تحقيقي ڪم ناهي ٿيو، اهي پنهنجن ضلعن جي مقامي لهجن جو مطالعو ڪري ۽ انهن کي پيش ڪري هندستاني زبانن جي وڏي خدمت ڪري سگهن ٿا. هي لهجا تمام تيزيءَ سان ختم ٿي رهيا آهن ۽ خطرو آهي ته ٿورن سالن جي اندر بلڪل ختم ٿي ويندا. ان ڪري اهو بي حد ضروري آهي ته انهن کي ختم ٿيڻ کان پهريائين محفوظ ڪيو وڃي ۽ انهن مان گهربل مدد حاصل ڪئي وڃي، جيستائين اهي باقي آهن.

(هن موضوع هيٺ مان ڪن ڳالهين جو ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو،

جيڪي هندستان جي ڪن علائقن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون ته ڪن جاين جي ٻولين ۾ مقامي خصوصيتون ڏٺيون وڃن ٿيون جن کي ٻولين جو فرق نه ٿو چئي سگهجي، پر ان کي لنوائي به نه ٿو سگهجي.

هندي زبان جي حدن اندر، ڪن ضلعن ۾ اسان اهو ڏسون ٿا ته ڪيتيءَ جي ڪم ۾ استعمال ٿيندڙ شين ۽ ڪن اوزارن ۽ گهرو ضرورتن جي ٻئي سامان جا اهڙا نالا آهن، جيڪي رڳو اتي ئي ڳالهايا وڃن ٿا. پر ٻي ٻولي ان خطي جي عام زبان سان هڪجهڙائي رکي ٿي. مان ان جا ڪجھ مثال ڏيندس. دهليءَ ۽ آگري جا پڙهيا لکيا ماڻهو گهڻو ڪري هندستاني ڳالهائيندا آهن، پر هميشه 'اسڪا' ۽ 'اس ڪو' جي جاءِ 'وس ڪا' ۽ 'وس ڪو' چوندا آهن ۽ هيٺين طبقي جا ماڻهو 'جس ڪي' جي جاءِ تي 'جاڪي' چوندا آهن.

پورنيه ۾ ننڍڙي ڏاند گاڏيءَ جنهن کي وچولي طبقي جا ماڻهو ۽ واپاري استعمال ڪندا آهن 'رينڊو' چوندا آهن. حالانڪ ان کي هر جڳه تي عام طور تي 'رٿ' چوندا آهن. جهنگلن ۾ ڏنار رات جو آرام واسطي جيڪا جهوپڙي بنائيندا آهن، تنهن کي گنڊڪ نديءَ جي هڪ پاسي 'ستان' ۽ ٻئي طرف 'آڙ اڙ' ٻين ويجهن علائقن ۾ 'گهري' ۽ 'سار گهر' چوندا آهن. گهريءَ جو لفظ گهر سان گڏ مال جي مَنهن جي لاءِ به استعمال ٿيندو آهي ۽ ترهت ۾ انکي گؤشل ۽ پورنيه ۾ گوشال چوندا آهن.

هنديءَ جو دامن اهڙن مقامي لفظن سان گهڻو ڪشادو آهي. اهو حال پنجابيءَ ۽ بنگاليءَ جو آهي، مرهٽيءَ ۽ گجراتيءَ کي به اهڙين ڊڪشنرين جي ضرورت آهي، جيڪي انهن مقامي لفظن کي گڏ ڪن. لغت جي موجوده ڪتابن ۾ انهن جي شامل هجڻ ڪري اضافو ٿي سگهي ٿو ۽ هندستاني زبانن جي متعلق اسان جي معلومات وڌي سگهي ٿي. انهن لفظن جي قدر قيمت اهڙن قديم لفظن جي سبب

ڪري زياده آهي. هي چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ ڪٿي گهڻا نہ، پر سنسڪرت جا سڀ لفظ جيڪي سنسڪرت جي ليکڪن استعمال ڪيا آهن، سي بگڙيل شڪل ۾ موجود آهن ۽ جيڪڏهن لفظن جي معلوم ڪرڻ جو وڏو ڪم پورو ٿيو ۽ اونداهيءَ جو پردو هٽيو، جيڪو سنسڪرت ۽ ٻين زبانن جي وچ ۾ آهي، تہ مونکي يقين آهي تہ اهو ڀهراڙي جي ٻولين جي مدد سان ٿيندو. ان سلسلي ۾ انهن خصوصيتن جو رڳو مطالعو ضروري ناهي، پر انهن ٻولين جو بہ مطالعو ضروري آهي، جيڪي زبان جي معيار کان ٿورو هٽيل آهن. هندستان جو ڪو حصو اهڙو ناهي جتان ڪي نوان لفظ ۽ مفهوم هٿ ڪري نہ سگهجن. زبان جي متعلق پيچيده مسئلو اميد جي خلاف انهن، ڏڪاريل لفظن سان حل ٿي سگهي ٿو. جيڪا هيٺين طبقي جا ماڻهو ڳالهائيندا آهن.)

# ڪنهن نئين ٻوليءَ جي مطالعي ۽ انکي قلمبند ڪرڻ متعلق هدايتون

اڳئين باب ۾ جيڪي خيال ظاهر ڪيا ويا آهن، انهن مان هيءُ نتيجو نڪري ٿو ته ڪنهن نئين زبان سکڻ لاءِ ٻن ڳالهين جو خيال رکڻ گهرجي. پهريون لفظن ۽ لغت جو، ٻيو گردانن ۽ گرامر جو. مان گرامر جي مقابلي ۾ لغت کي انهيءَ ڪري اوليت ڏيان ٿو، جو جديد زبانن ۾ پهرين نظر ۾ گردان ڏسي ڪا پيٽ ڪرڻ سولو نٿو لڳي جيئن لفظن سان لڳي ٿو. جيئن ته لفظ سيمي زبانن ۾ شروع ۾ هڪ جهڙا هئا، پر هند جرماني خاندان ۾ وقت گذرڻ کان پوءِ يا ته گسي ۽ مٽجي ويا آهن، نرم يا سخت ٿي ويا آهن، يا متروڪ ٿي ويا آهن يا اهميت حاصل ڪري ورتي اٿن يا ڪنهن ٻيءَ صورت ۾ اهڙا تبديل ٿي ويا آهن، جو ڪو محقق به انهن کي سڃاڻڻ ۾ ڏکيائي محسوس ڪري ٿو.

ان جي خلاف توراني خاندان جا گرداني لفظ شروع ۾ الڳ الڳ لفظ هئا، جيڪي اصل لفظ ۾ ڳنڍيا ويندا هئا. مختلف زبانن ۾ انهن جو انتخاب مختلف خيالن جي سلسلن جي ماتحت هوندو هو. مثال طور جمع بنائڻ لاءِ اهڙي مفهوم جو ڪو به لفظ ڳنڍيو سگهيو پئي ويو: مثلا 'ميڙ' 'ڌڻ' 'ولر' 'گهڻا' وغيره. جيڪڏهن هڪ توراني زبان ۾ آدميءَ جي جمع بنائڻ لاءِ آدمي + ولر لکندا سون ته ٻيءَ ۾ آدمي

+ ميڙ ۽ تيئڻ ۾ آدمي + گهڻا. هن مان اها ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته انهن مختلف شڪلين جي ڪري گردانن ۾ ڪا هڪجهڙائي پيدا ٿي ڪون ٿي سگهي، جن جي مدد سان مطالعي ڪرڻ ورو انهن ٿنهي زبانن کي مخصوص قسمن ۾ ترتيب ڏئي سگهي.

اهو ئي سبب آهي ته تقابلي لسانيات جي مطالعي واسطي پهرين لغتن ۾ مواد ڳولڻ گهرجي، جيڪڏهن هيءَ ثابت ڪيو وڃي ته پن زبانن ۾ ساڳين ڌاتن جي موجودگي ظاهر ٿئي ته اهو ٻنهي جو هڪ ٻئي سان تعلق ثابت ڪرڻ جي سلسلي ۾ هڪ قدم اڳتي وڌڻ جو پهريون ڏاڪو آهي. ان ڪانپوءِ انهن جي ڦيري جو ڇيد ڪرڻو پوندو.

جيڪڏهن ڪنهن اڻ تحقيق ٿيل زبان جي ڌاتن جو خاص حصو ڪنهن معلوم زبان سان لاڳاپيل ثابت ڪري سگهجي ۽ ڪجهه حصي جو تعلق ڪنهن ٻيءَ زبان سان ثابت ٿئي، ته ان وقت تاريخي مواد نه هجڻ ڪري گرداني لفظن جي ڇنڊڇاڻ سان ڪنهن نقطي تي پهچڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي، ته هن اڻ تحقيق ٿيل زبان کي يقيني طور تي مختلف لساني خاندانن مان ڪهڙي سان شامل ڪري سگهجي. اهڙو هڪ سٺو مثال ماگاري زبان آهي، (جنهنجو هڪ قاعدو مان مرتب ڪري رهيو آهيان). هيءَ زبان پنهنجي بنياد ۾ توراني آهي ۽ لفظن جو پنڊار نيم آريائي اٿس.

پر هتي اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته اسان ڪنهن لفظ کي ڪيئن سڃاڻون ته هي بنيادي لفظ آهي يا ڦريل ۽ گرداني لفظ؟ هن سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ هيءَ ضروري ٿيندو، ته ڪنهن ڏيهي ماڻهو جي زبان مان ٻڌل پوليءَ کي لکڻ لاءِ ڪي عملي هدايتون پيش ڪيون وڃن. مون کي اميد آهي ته هي اشارا زبان جي سائنٽيفڪ ڇنڊڇاڻ جي ڏکهي عمل ڪان وڌيڪ لاڀ وارا ثابت ٿيندا. ڇو ته جيڪڏهن هڪ

سياح جو ڪجھ پڌي ٿو، ھو ان کي بلڪل صحيح طريقي سان لکي ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري، ته به ھن لاءِ اھو ضروري آھي ته ان کي ڪنھن مقامي زبان جي ماھر جي حوالي ڪري، ڇو ته اھو اھڙيءَ ريت زبان جي علم جي زياده خدمت ڪندو، بنسبت ان جي جو ھو پاڻ پنھنجي ناقص ۽ غلط قياس آرائي سان ان زبان جي متعلق نتيجا نروار ڪري.

جيڪڏھن اوھان ڪنھن کي اھڙي زبان ڳالھائيندي پڌو ٿا، جيڪا اوھان نه ٿا ڄاڻو ته ان سلسلي ۾ اوھان جو پھريون ڪم اھو آھي، ته انھن آوازن جي صحيح گرفت ڪريو، جيڪي ھو ڪڍي ٿو. حقيقت ۾ اھا ايتري سولي ڳالھ ڪانھي. سچ ھي آھي ته ھڪ جھنگلي يا اڻ سڌريل ماڻھو جي بگڙيل ۽ اڻ ڇنڊي اظھار کي يا تواني زبانن جي نازڪ ۽ نيم موسيقانه آھنگ کي صحيح طريقي سان پڌڻ به ڪو سولو ڪم ڪو نه آھي. گھڻن ئي زبانن جي ماھرن جو قيمتي وقت ۽ علم سياحن جي اھڙن غلط لکيل لفظن ۽ نوٽن جي مطالعي کي بنياد بڻائڻ سبب ضايع ٿيو آھي، ڇو ته انھن جيڪي لفظ پڌا، اھي صحيح نموني سان قلمبند نه ڪيا، ان جي ڪن کي وڌيڪ مانوس بڻائڻ لاءِ وڌيڪ علم جي ضرورت ھئي.

ھندستان ۾ اھڙو احتياط اجا وڌيڪ ضروري آھي، ڇو ته ھند- جرماني خاندان جا لھجا جيڪي ھتي ڳالھايا وڃن ٿا، اھي ايترا ته عام آھن ۽ سيني سياسي ۽ تجارتي مرڪزن ۾ ڪثرت سان استعمال ڪيا وڃن ٿا، جو ڪنھن سياح کي قِلمبندِ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانه آھي. قلمي ۽ ڇاپيل ڪتاب به گھٽائيءَ ملي سگھن ٿا. ان ڪري محققن جو رڳو سياحن جي ياداشتن تي دارومدار رکڻ غلط ٿيندو.

ھماليه ۾، آسام، ڪاڇر ۽ چٽاگانگ جي سرحدن تي، ڇوٽا ناگپور ۽ گونڊوانا ۾ تحقيق ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪم آھي. انھن جڳھن جون زبانون ڪن ٿورين کان سواءِ باقي سڀ توراني آھن جيڪي لکڻ

۾ ڪونه ٿيون اچن. تنهن ڪري ناواقف جي لاءِ گهڻو ڪري ڏوڪي جو سبب بڻبيون آهن؛

اهڙيءَ حالت ۾ هن ڳالھ مان وڏيڪ فائدو ٿيندو ته ڪنهن ڀهراڙيءَ واري کي ڪنهن اهڙي شخص سان ڳالهائڻ لاءِ رضامند ڪجي، جيڪو انجي ٻوليءَ ۾ ڳالهائي سگهندو هجي. هيءَ به ڪوشش ڪئي وڃي، ته جيتريقدر ٿي سگهي ته اهو آهستي آهستي ڳالهائي. ان گفتگو کي غور سان ٻڌي، ڪن کي ان لهجي جي ڍار ۽ انداز سان مانوس ڪري ونجي ۽ هر هر اچڻ واري لفظ کي سمجهي ياد ڪري ونجي. گفتگو دوران اهي لفظ لکي ونڻ گهرجن ۽ پوءِ آوازن جي لحاظ سان لکڻ گهرجن. فرانسيسي حرف علت جي نظام جي وسعت توراني حرف علتن کي ظاهر ڪرڻ جي لاءِ مناسب آهي. عام طور تي eu (ايو) جيئن bleu (بليو) ۾ آهي ai (اي) جيئن feuille (فيول) ۾ آهي ۽ au (اَو) جيئن Caur (ڪور) ۾ آهي تيئن هتي بہ ملندا. اهڙيءَ ريت ليچا ۾ bleu يعني "ننيڙي تڪري" فرانسيسي ۾ bleu (معنيٰ 'نيلو') جي بلڪل هم اچار آهي.

جڏهن مڪاني ڳالهائڻ ٻڌي ٻڌي اوهان جا ڪن صحيح اچار کي ٺيڪ سمجهڻ سکي وڃن ته پوءِ ان کان انهن لفظن جي معنيٰ پڇو، جيڪي اوهان لکيا هجن. ان کان پوءِ اوهان پنهنجيءَ زبان سان اُهي لفظ اچاريو. جيئن اوهان کي اطمينان ٿئي ته اوهان جو اچار صحيح آهي. اهو اوهان جي اچار جي اصلاح ڪندو، ان جو سبب هي آهي ته سڀ توراني زبانون آوازن جي ميل ميلاپ جو نازڪ ۽ پيچيده نظام رکن ٿيون. جنهن کي هڪ غير ملڪي آسانيءَ سان نه ٿو سکي سگهي. زبان جي اهڙي صوتي خصوصيت ۽ لهجي جو ذڪر Summer جي ڪتاب Chinese Grammar ۾ وڏي ڇنڊڇاڻ سان ملي ٿو، جيڪو اتي نهايت سادي ۽ واضع طريقي سان پيش ڪيو ويو آهي.

انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ واري جي جذبات جي لحاظ سان هڪ ئي لفظ مختلف لهجن ۾ ادا ڪري سگهجي ٿو. هڪ- پدي زبانن ۾ ان جي ابتڙ ٿيندو آهي. يعني لفظن جو لهجو مقرر ۽ لفظ ۾ ئي لڪل هوندو آهي. مثال طور ڪي لفظ اهڙا هوندا آهن جيڪي هميشه تعجب جي انداز ۾ ادا ڪيا ويندا آهن، جيئن انگريزيءَ لفظن ۾ 'Ha' يا 'Hallo'. ٻئي قسم جا لفظ اهي آهن، جن جو لهجو سادو ٿيندو آهي، جهڙيءَ طرح اسان انگريزيءَ جي عام غير جذباتي گفتگو ۾ ڏسون ٿا. لهجي جي ٽين شڪل هڪ مٿي اٿڻ وارو انداز به هوندو آهي، جيئن سواليه جملا هوندا آهن. "Who are you?" (تون ڪير آهين؟) يا "Well, What then" (سو ڇا؟) چوٿون هيٺ لهڻ وارو لهجو، جيئن ڪنهن ڪي پاڻ وٽان ڪيڻ ۾ استعمال ٿئي ٿو. جهڙيءَ طرح هندستانيءَ ۾ آهي 'چلي جائو' يا مايوسي جو لهجو، جيئن انگريزيءَ ۾ "No! all is lost". پنجين شڪل هڪدم بيهي وڃڻ جو لهجو: جيئن "No! Certainly not". (نه، بلڪل نه).

اسان جهڙن ماڻهن جي لاءِ، جيڪي لهجي ۽ لفظن تي زور ڏيڻ کي جذبا ظاهر ڪرڻ جو ذريعو سمجهندا رهيا آهن ۽ پنهنجي خواهش مطابق جڏهن ۽ جاتي چاهيون استعمال ڪري سگهندا آهيون، هنن الفاظن جي نظام کي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، جنهن ۾ هر لفظ کي پنهنجو مقرر لهجو هوندو آهي. پوءِ ڀلي ان مان ڪنهن به جذبي جو اظهار مقصود هجي. هن ڳاله جو پتو پوٽاني يا ليچا ۾ پنج منٽ گفتگو ڪرڻ کان پوءِ پئجي ويندو. برمين جو نغمه وانگي انداز به لهجي جي انهن مختلف درجن جي ڪري قائم آهي. هن ڳاله کي ذهن ۾ رکڻ ان ڪري ضروري آهي جو جنهن مڪاني ماڻهوءَ سان اوهان ڳالهائي رهيا آهيو، اهو ان وقت تائين اوهان جي اچارن کي صحيح ڪندو رهندو، جيستائين توهان صحيح طور اچاري نه سگهندؤ.

۽ جڏهن ان ڳالھ جي خبر پوندي تہ هو ڇا ٿو چاهي، هڪ سگهڻ واري کي مايوسيءَ کان نجات ملندي ۽ هو پنهنجي ڪوشش ترڪ ڪرڻ کان باز رهي سگهندو.

جڏهن ڪو شخص شروعاتي تڪليفن مان پار پئجي ويجي، تہ پهريائين هڪ کان ڏهن تائين ۽ پوءِ يارهن کان نوي تائين انگ معلوم ڪري ۽ هيءَ بہ معلوم ڪريو تہ مرڪب انگ مثال طور ايڪويھ ٻاويھ وغيره ڪيئن ٿا ٺهجن. ان وقت مرڪب انگ بنائڻ ۾ جيڪا بي ترتيبي ڏسڻ ۾ اچي، سا لکي ڇڏجي. هندستان ۾ 'ٻاونجاھ' کي ٻاون ۽ 'ٽيونجاھ' کي ترپين چوڻ جا طريقا گهڻو مختلف آهن. ڪن زبانن ۾ فقط هڪ کان پنجن تائين الڳ الڳ مقرر لفظ آهن. ڇهن کان ڏهن تائين هيئن بنائن ٿا، پنج+ هڪ پنج+ ٻہ وغيره. مثال طور ڪمبوجن زبان ۾ انگ هن طرح آهن: هڪ Moe، ٻہ Pir، ٽي= Bai، چار= Buan، پنج= Pram، ڇهہ= Pram-moe، ست= Pram-Pir، اٺ= Pram-Bai، نوَ= Pram- buan، ڏهہ= Day.

ڪن زبانن ۾ ويهن کي چئن پنجن (يعني چار ڀيرا پنج) سان ظاهر ڪندا آهن. ڪن جڳهن تي وري ٻن ڏهن سان. وڏن انگن ٺاهڻ ۾ ايجا وڏيڪ بي قاعدگيون آهن. هيءَ ڳالھ فرانسيسي زبان ۾ بہ ڪن مثالن ۾ موجود آهي.

ان کان پوءِ شخصي ضميرن يعني 'مان'، 'تون' ۽ 'هو' وغيره ۽ انهن جي مختلف حالتن 'منهنجو'، 'مون کي' وغيره جي متعلق معلومات حاصل ڪرڻ گهرجي. انهن طرف شروعات ۾ ئي متوجہ ٿيڻ گهرجي. ان جو سبب اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن سبب کان توهان هن کان زياده لکڻ کان رهجي ويجو، تنهن هوندي بہ اوهان وٽ ان زبان جو گهٽ ۾ گهٽ اهو حصو رهجي ويندو، جيڪو ٻين زبانن سان مشابهت ۽ تعلقات کي وڌيڪ ظاهر ڪندو.

جڏهن انگ ۽ ضمير معلوم ٿي وڃن، ته پوءِ عام استعمال جي وڏ ۾ وڏ شين جي نالن جي ڄاڻ حاصل ڪريو، اوهان ان کان سواءِ مٿن مائٽن سان سڱنِ جا نالا، جسم جي عضون جا نالا به معلوم ڪريو ۽ اسم جي لغت ۾ به واڌارو ڪيو. هيءُ ڪم ڏکيو نه آهي. البت اها ڏکيائي ضرور آهي، ته اسان جي لغت جي ڪتابن ۾ هند جرماني فعل عام طور تي مصدر جي شڪل ۾ ملن ٿا. مثال طور: اسان کي 'مارتا' بدران 'مارنا' ڏسڻ گهرجي. پر اڻ سڌريل ماڻهو جن جون زبانون لکيل ۽ ترقي يافته نه آهن، تن کي گرامر معلوم نه آهن ۽ انهن کان اهڙو سوال پڇڻ بيڪار ٿيندو. جيڪڏهن توهان هندستاني جي عام امر جو صيغو 'بولو' استعمال ڪريو ته هڪ ڪول کان ان جي برابر جو فعل پڇو، هو هڪدم پڌائيندو 'Abbenkakaji' (ابن ڪاڪاجي) يا 'Kajee ben' (ڪاجي بن) ان مان لفظ 'Kajee' (ڪاجي) اصل لفظ آهي، جنهن مان فعلن جون سڀ شڪليون نڪتيون آهن.

ڪنهن ڪول کي اهو سمجهائڻ ته توهان ان مان ڪهڙو مطلب ٿا معلوم ڪرڻ چاهيو، اها ڳالهه ڪيس حيرت ۾ وجهي ڇڏيندي. ڪم ڪرڻ جو سڀ کان سٺو طريقو اهوئي آهي ته اهڙا گهٽائي جملا گڏ ڪيا وڃن، جن ۾ هيءُ فعل مختلف شڪلين ۾ نظر اچي ۽ پوءِ انهن جملن جو ڇيد ڪريو ته جيڪو نتيجو اوهان ڪڍڻ گهرو ٿا، اهو نڪري نروار ٿيندو. ۽ جملي بنائڻ جو طريقو به سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي ويندو. اهڙيءَ ريت ڌار ڌار طريقن سان ڌاتو ڪڍڻ جي سولي صورت آڏو اچي ويندي. ۽ انهن جملن ذريعي سموريون صورتون ۽ لفظن جون مختلف نوعيتون مثلا اسم، صفت، فعل، حرف وغيره حاصل ٿي وينديون.

توراني زبان ۾ جيڪي تبديليون آوازي سهنج پيدا ڪرڻ لاءِ

ٿين ٿيون، سي ڳاٺيتي ۾ تمام گهٽيون ۽ حيرت ۾ وجهندڙ آهن. خاص اصول هيءُ آهي ته لفظ ۾ پهريئين حرف علت پٺيان پيا حرف علت ايندا آهن. مثلا ترڪي ۾ لفظ جي پڇاڙي Unji جڏهن اهڙن لفظن ۾ ملائي ويندي آهي، جنهن ۾ حرف علت 'ا' آهي ته اها 'Inji' ٿي ويندي آهي. جهڙيءَ ريت 'Biringi' راول، هنگري زبان ۾ حروف علت ٻن قسمن ۾ ورهائجن ٿا ۽ ٻنهي قسمن جا حروف علت هڪ ئي لفظ ۾ نه ٿا اچي سگهن. تورانِي خاندان جي زبانن ۾ خاص طور اسم حاليه ۽ صفاتي فعل (Participles) گهڻا آهن. ۽ انهن جي ذريعي گهٽائي جملا ٺهي وڃن ٿا. جيڪي ٻين زبانن ۾ اضافي يا ٻين قسمن جي ضميرن سان ظاهر ڪجن ٿا. جيتري قدر آريائي خاندان جي زبانن جو تعلق آهي، انهن بابت فقط ايترو معلوم ڪرڻ جي ضرورت آهي، ته اهي هندوستاني گروپ جي ڇهن يا ستن مکيه زبانن مان ڪهڙي سان ڳنڍيي سگهجن ٿيون. هن خاص زبان جو گرامر ڪٿي، هن زبان جي ڪلاسيڪي معيار کان جيڪي فرق نظر اچن، تن کي ڏسڻ سؤلو ٿي پوندو. ۽ انهن فرقن جي ئي تحقيق ڪرڻي آهي.(۱)

هڪ زبان بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اهو پڻ ضروري آهي ته اهو تہ معلوم هجي، جتي اها ڳالهائي وڃي ٿي ۽ علائقو پڻ، جتي اها پکڙيل آهي. جيڪڏهن ٿي سگهي ته اهڙيون ڳالهيون معلوم ڪيون وڃن، ته ان جو ڳالهائڻ وارو قبيلو ڪٿان آيو؟ ڇا ٻين پاڙيسري قبيلن سان ان جو ڪو تعلق آهي؟

اچار ۽ لفظن تي زور ڏيڻ جي عام انداز جو مشاهدو ڪرڻ پڻ ضروري آهي ته اهو هندستانيءَ وانگر خفيف، تکو ۽ ڦڪو آهي، يا پنجابي وانگر، نرم، چپن ۾ پٽڪڻ جهڙو يا ماڳهين بنگاليءَ وانگر چٽو هڙٻانين تي زور ڏئي ادا ڪرڻ وارو؟ اچار جي خاص عادت جيڪا ڪنهن قوم ۾ هوندي آهي، اها ئي اڪثر لهجن جي فرق جو

سبب بڻجي ٿي. مثلا انهيءَ عادت جو نتيجو آهي جو پنجابي ڪهدا استعمال ڪري ٿو، جتي هندوستاني 'ڪهتا' استعمال ڪندو ۽ بنگالي 'ڪهي تي ڇي" استعمال ڪري ٿو.

(عام طور تي هندستاني ۾ لفظن کي ڪٽي ڪرڻ واسطي هڪ ترجمان جي ضرورت پوندي آهي ۽ ترجمان هڪ اهڙو شخص هجي، جو زير بحث زبانن کان سواءِ هندستاني ۽ بنگالي جو ڄاڻو هجي. جڏهن اوهان هڪ ترجمان جي واسطي سان ڪنهن مقامي ماڻهو کي پنهنجو جملو چئو ٿا ته اهو خطرو پڻ پيدا ٿئي ٿو ته هندستاني جملن جي بناوت جي لحاظ کان لفظن جي ترتيب ۾ بلڪ ٿورو. گهڻو معنيٰ ۾ به ڦيرو هوندو. هيءَ خاص صورت جملي ۾ لفظن جي ترتيب جي سلسلي ۾ پيدا ٿيندي آهي: هندستاني ترتيب انگريزي ۽ ٻين هند جرماني زبانن جي گهڻو ڪري ابتڙ ٿيندي آهي ۽ گهڻي قدر مصنوعي به معلوم ٿيندي آهي. اڪثر ائين به ٿيندو آهي ته جنهن زبان جو مطالعو ڪري رهيا آهيو، ان جو ڪو جملو لفظن جي ترتيب جي لحاظ کان هندستاني جملي سان ملندڙ هوندو. ٿي سگهي ٿو ته ان جي ترتيب اها نه هجي، جيڪا اڻ پڙهيل ٻهراڙي وارو چاهيندو هجي، بلڪ هندستاني جي وچ ۾ اچڻ جي ڪري بدلجي ويو هجي. هيءَ غلطي معلوم ڪرڻ جو رڳو هڪ طريقو آهي، اهو هيءَ ته هڪ ٻئي جملي يا اهڙن جملن کي گهڻو دهرايو وڃي، ان وقت تائين ساهي نه پٽي وڃي، جيستائين لفظن جي صحيح ترتيب معلوم نه ٿي وڃي، يعني اها ترتيب جنهن ۾ ان زبان جو ٻهراڙي وارو ڳالهائيندڙ استعمال ڪندو آهي.

آخر ۾ هندستاني لفظن جي رومن رسم الخط ۾ لکڻ متعلق به ڪجھ لکڻ ضروري ٿيندو، جيڪو سر وليم جونس اختيار ڪيو هو. ۽ جنهن ۾ مشهور محقق پروفيسر ايچ- ايچ- ولسن اضافو ڪيو. اهو عام طور تي مستعمل آهي، مان به ان جي سفارش ڪريان ٿو. توراني

خاندان جي زبان جي لکڻ جي ڪوشش بي سود ٿيندي، ڇو ته مون کي ڪنهن چڱي طريقي سان لکڻ جو پتو ڪونهي. لپسيس جو مشنري رسم الخط پيچيده به آهي ۽ حرف علت جي آوازن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ پڻ ناڪافي آهي. بهترين صورت هيءَ آهي ته توهان پاڻ ڪو طريقو طئي ڪريو. پنهنجي ياداشت جي شروع ۾ ان کي لکي ڇڏيو. ۽ مقرر ڪيل آوازن کي انگريزي يا فرانسيسي يا ڪنهن ٻيءَ عام سمجهه ۾ ايندڙ زبان جي آوازن مطابق ڪري ڇڏيو. پوءِ پنهنجي سڀني تحقيقات ۾ ان تي عمل ڪريو. نه ته گهڻيون پيچيدگيون ۽ غلطيون ٿينديون.)

پهرين منهنجو ارادو هو ته زبان جي تجزيه متعلق پڻ پنهنجا خيال ظاهر ڪريان، يعني اهو عملي طريقو ٻڌايان، جنهن سان زبان جا مختلف ٽڪرا حصن ۾ ورهائي سگهجن ته جيئن انهن جي جاچ پڙتال ٿي سگهي. معلوم لهجن سان انهن جي ڀيٽ ان خيال کان ڪري عام لساني دائري ۾ ان زبان جي جڳهه مقرر ڪري سگهجي. پر جڏهن مان ٻيو ڀيرو غور ڪيو ته ان کي ڇڏي ڏيڻ ئي مناسب سمجهيو، ڇو ته ان طريقي سان مون کي اهڙن تفصيلن ۾ وڃڻو پوي ها، جن جو هن مختصر ڪتاب ۾ پيش ڪرڻ مناسب نه هو. ان کان سواءِ هيءُ ڪم اهڙو آهي، جنهن طرف هڪ عام مطالعي ڪرڻ وارو علم اللسان جي وسيع معلومات کان سواءِ هڪ قدم به اڳتي وڌي ڪونه سگهندو. هڪ سياح يا زبانن جي عام مشاهدي ڪرڻ واري جو بس ايتروئي ڪم آهي، ته جيڪو ڪجهه هو ڏسي وائسي يا ٻڌي ته زياده تر ان کي قلم بند ڪري. زبانن جا تحقيقي ۽ ٽڪائيندڙ ڪم دنيا جي عام ماڻهن لاءِ ڪابه دلچسپي نه رکندا آهن.

# ضميمو

مان هتي هندوستان جي زبانن، آسام جي دنگ سان رهندڙ قبيلن ۽ ڪولن جي لهجي مطابق پهريان ڏه انگ ڏيئي رهيو آهيان. توهان ڏسندؤ ته انهن جي لهجن ۾ تمام گهڻي هڪ جهڙائي آهي.

انگن جي چوند ان ڪري ڪئي وئي آهي، جو انهن سان لاڳاپيل ٻوليءَ جا اکر صفا ساڳيا آهن ۽ انهن ۾ گهڻي هڪ جهڙائي نظر اچي ٿي.



جان بيمز برطانوي دور جو هڪ اعليٰ عملدار هو، پر ساڳئي وقت هو ٻولين جو ماهر پڻ هو. هن ننڍي کنڊ جي ٻولين جي باري ۾ ٻه ضخيم ڪتاب لکيا آهن:

(1) Outline of Indian Philology 1862.
(2) Comparative Grammar of Modern Aryan Languages of India. 3 Volumes 1872-79.

هنن ڪتابن جي ڪري لسانيات جي دنيا ۾ کيس هڪ عزت ڀريو مقام حاصل ٿيو، ٻنهي ڪتابن جي تحقيقي مواد ۾ ننڍي کنڊ جي مکيہ ٻولين سان گڏ سنڌي ٻولي پڻ شامل آهي.

جان بيمز جو هيءُ ڪتاب ”هندو ستان جي زبانن جو جائزو“ ڇپجڻ سان ئي هند ۽ يورپ جي ڪيترين ئي يونيورسٽين جي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو. هيءُ هڪ تاريخي ڪتاب آهي، جنهن جي اهميت وقت گذرڻ سان اڃا به وڌندي رهي ٿي.

هن ڪتاب کي سنڌ جي نامور محقق ۽ عالم ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب ترجمو ڪري سنڌ واسين لاءِ سڪ جي سوکڙي ڪري پيش ڪيو آهي. شوق صاحب ڪتاب جو اعلي پايہ جو ترجمو ڪيو آهي، بلڪہ ترجمي جو حق ادا ڪيو آهي. سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق جي سلسلي ۾ هيءُ ڪتاب هڪ بهترين اضافو آهي.

هدايت پريم
سنڌي شعبو
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

حيدرآباد سنڌ
٢٥ - آگسٽ ١٩٩٤ع

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڏڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پـاڻ هِڪَـٻِئـي جـي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مـالي فائـدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪـئي وينـدي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي بہ ڪٽين، جيکي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)